# ڱُونجون ڪَرڪن روهہَ تي

(شاعري)

## شيخ اياز



نيو فيلڊس پبليڪيشنس

ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد سنڌ.

1997ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر ٻه سئو نَو

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇپيندڙ | القادر پرنٽنگ پريس، ڪراچي. |
| ڪمپوزرس | ڪرسٽل ڪمپيوٽر ڪمپوزرنگ<br>سينٽر، قاسم آباد حيدرآباد |
| پهريون ايڊيشن | اپريل 1997ع |

قيمت 70/- رپيا

پڪي جلد سان 100/- رپيا



KOONJOON KARKAN ROH TEY (Poetry) Written by SHAIKH AYAZ.
Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammad, Hyderabad Sindh. Pakistan. First Edition April 1997.
Price Per Copy Rs. 70/-
Book No. 209

# ڪونجون ڪرڪن روهہ تي

## انتساب

پنهنجي پيش رو سنڌ جي عظيم شاعر
شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي نالي
— تون پارس مان لوهہ، سجي تہ سون ٿيان.
تنهنجي جُتيءَ جي مِٽي

شيخ اياز

# فهرست

# مهاڳ

**اصل شهود و شاهد و مستهود ایک هے**
**حیراں هوں پهر مشاهده هے کس حساب میں**
**(غالب)**

حيرت جو اهو احساس آهي جو وحدت الوجود جي نظرئي جو بنياد آهي. جتي به تصوف هڪ عوامي تحريڪ جو روپ ورتو آهي اتي اهو پنهنجي خاص ماحول ۽ مذهبي روايتن ڪان متي ابريو آهي ۽ هڪ ئي شڪل ۾ نظر اچي ٿو ۽ اُن ۾ اختلاف بدرانِ هڪجهڙائي ۽ ايڪتا ملي ٿي. مون وٽ تصوف تي اُردو ۽ انگريزيءَ ۾ ڪيترائي ڪتاب آهن. هڪ ڪتاب آهي 'تصوف قبل از اسلام' تصوف اُن ڪتاب جي مصنف سريت پسندي (Mysticism) کي ڪوٺيو آهي. اُها نفس جي گهراين مان اُبري ٿي ۽ مشاهدي ۽ ڪشف جي نالي ڪوٺجي ٿي. اُها سائيريا جي ايسڪي مو، اتر ۽ ڏکڻ آمريڪا، آفريقا، يونان، هندستان ۽ چين ۾ تائو ۽ ڪنفيوشس مت ۾ ملي ٿي. اسلامي تصوف تي يوناني ۽ هندي سريت پسنديءَ جو گهرو اثر آهي. اسلامي تصوف کي ٻه ڳالهيون زياده اُيارن ٿيون ۽ اُهي آهن ته (1) الله رڳ گردن ڪان ويجهو آهي ۽ (2) الله نور السماوات والارض آهي. اهي مشاهدي ۽ ڪشف جو وارداتون نه فقط صوفين پر فلسفين ۾ اُلجهاوَ جو سبب ٿي وڃن ٿيون ۽ اُنهن ۾ تضاد اُبري اچن ٿا. خدا ۽ انسان جي وچ ۾ ڪهڙو تعلق آهي؛ وحدت ۽ ڪثرت جون جڙون ڪٿي ملن ٿيون ۽ عشقِ مجازيءَ جي ڪيتري اهميت آهي؟

فاني انسان لافاني هستيءَ جو مشاهدو ڪيئن ڪري سگهي ٿو ۽ اهڙا ٻيا ڪيئي سوال آهن جي حڪيم، صوفيءَ ۽ فلسفيءَ ۾ مونجهارو پيدا ڪن ٿا. ڀٽائي چيو آهي:

واٽون ويهہ ٿيون، ڪُهہ ڄاڻان ڪاڏي ويا ؟

هڪ صوفي جا تجربا شڪ ۽ شبهي کان مٿي سهين، پر اُهي جڏهن ٻوليءَ ۾ اچن ٿا تہ تجربن جي ماهيت ۽ نوعيت بدلجي وڃي ٿي. ڳالهہ ايسٽائين پهتي جو هو مطلق هستيءَ کي نيستي چوڻ لڳا، اُپنشدن ۾ ”نيتي نيتي“ چوڻ لڳا تہ ابنِ عربيءَ ۽ عبدالڪريم الجباليءَ اُن کي الاعليٰ ۽ عدمِ محض ڪوٺيو.

پنجاب ۾ سلطان باهو، بلهي شاهہ ۽ شاهہ حسين اُن جا بهترين مثال آهن ۽ سنڌ ۾ تہ شاهہ، سچل، ۽ سامي کي هرڪو تہ مورتي ڪوٺي ٿو. سامي هندو تہ هيو پر هڪ وحدت پرست شاعر هو.

اي ـ او ـ جونس (E.O. Jones) چيو آهي تہ، ”مذهب جي صحيح وصف ۽ شرح ۾ اهو سمايل آهي تہ دنيوي زندگيءَ کان ماورا پاڪيزه نظامِ سان خوشگوار تعلق پيدا ڪيو وڃي جو هن ڪائنات ۾ ظهور پذير آهي.“ انهيءَ معيار تي سنڌ ۽ پنجاب جا صوفي شاعر پورا اچن ٿا.

اهو ماوراتي رجحان مذهبن ۾ لاڳاپو پيدا ڪري ٿو. فقط آسمان جي نيري گُنبذ ڏانهن ڏيانُ قديم شعور ۾ هڪ مذهبي تجزئي کي جنم ڏنو آهي. هن ڪائنات جي پراسراريت ۽ آڪٽ ۽ اڪٽ ٿهلاءَ، هڪ بعيه از فهم هستيءَ جو احساس ڏياري ٿو. ڪائنات جو ڪوئي تہ باني آهي، اُن ۾ مستقل موجود آهي ۽ اُن کي ناهي ٿو ۽

ڏاهي ٿو. هي انساني زندگي هڪ ماڪ جي قطري ڪان وڌيڪ اهميت نہ ٿي رکي. ڪيترا رعب داب، ٺٽ ٺانگر وارا ڏاڍا مڙس مٽيءَ سان مٽي ٿي وڃن ٿا ۽ نہ رڳو اُنهن جو نانءُ نشان نہ ٿو رهي پر هن جي ساري پٽ ڪوهہ وٺرٽ وڃي ٿي. قاتل ۽ مقتول، ظالم ۽ مظلوم، جابر ۽ مجبور، سڀ هن مٽيءَ جي امانت آهن. نہ رڳو اهو پر سياڻا ۽ اياڻا، جوڳي ۽ ٺوڳي، دنيا ڏوندڙ جا طالب ڪُتا سڀ مٽيءَ ۾ سمائجي وڃن ٿا. ماٺهو رڳو مٽيءَ چاڻو آهي، لحد هن جو ابد تائين مهد آهي. ان ڪري ٿي انسان جو ڌيان اُن هستيءَ ڏانهن وڃي ٿو جو اَربين ڪربين سالن کان باقي آهي، جنهن ڪروڙين چنڊ، سج ۽ سج ڪان بہ هزارين ڀيرا وڌيڪ ڳورا سَتارا پيدا ڪيا آهن، جي ڪيئن گردش ڪن ٿا ۽ ڪيڏانهن وڃن ٿا. اهو هڪ راز آهي دنيا ۾ انهيءَ حقيقت جو رنگا رنگي ڄو ظهور ڏسي، شاعر چئي اُٿي ٿو:

**جب کہ تجھہ بن کوئی نہیں موجود،**
**پھر یہ ھنگامہ اے خدا کیا ھے.**
**(غالب)**

فارسي شاعر بہ ساڳيءَ حيرت جو اظهار ڪيو آهي تہ:

**ماز آغاز و ز انجامِ جهان بي خبريم،**
**اول و آخرِ این کهنہ کتاب اُفتاد است.**

(ترجمو: اسان هن جهان جي آعاز ۽ انجام کان بي خبر آهيون،
هن پراڻي ڪتاب جو پهريون ۽ پويون پنو ڦاٽي ويو آهي.)

مون پنهنجي هڪ نوٽ بُڪ ۾ لکيو هو تہ پيٽرول پمپ جي بتي پنهنجي هڪ تنگ تي ڪڙي آهي ۽ آئي وئي لاءِ رابعہ بصريءَ وانگر چوڌاري روشني ڦهلائي رهي آهي." هن تشبيهہ کي جديد دنيا

جي نڪتہ نگاهہ کان ڏنو ويجي.

رابعہ بصريءَ تي مون مارگريٽ سمٿ جو هڪ ڏاڍيءَ محنت سان لکيل ڪتاب پڙهيو جنهن ۾ هڪ ٽنگ تي هن جي عبادت جو ذڪر هو. ان ڪري جديد دؤر ۾ مون کي مٿين تمثيل سمجهي آئي هئي. ٻين صوفين وانگر رابعہ جي زندگيءَ ۾ بہ ماورائيت جي ڪيفيت هئي.

مٿين ڪتاب ۾ هڪ هنڌ لکيل آهي تہ ڪنهن رابعہ کان هڪ ڀيري پڇيو، "تون ڪٿان آئي آهين؟"

"دنيا مان"، هن جواب ڏنو.

پوءِ هن کان پڇيائين، "تون ڪيڏانهن ٿي وڃين؟"

"ٻي دنيا ڏانهن." هن جواب ڏنو.

وري هن کان پڇيو ويو، "تون هن دنيا ۾ ڇا ٿي ڪرين؟"

"مان غم زده آهيان."

"ڇا لاءِ؟"

"ان لاءِ تہ مان ماني هن دنيا جي کاوان ٿي ۽ ڪم ٻيءَ دنيا لاءِ ڪيان ٿي."

اهو پڙهي منهنجي هانوَ ۾ ڌڪ لڳو. ڇا هيءَ منهنجي شاعري ٻي دنيا لاءِ ڪم ۾ شمار ٿي سگهي ٿي؟

ڇا هي ڌرتيءَ ۽ عوام سان وابستگي رکڻ وارا شاعر سڀ غلط آهن؟ ڇا منهنجي شاعري رابعہ بصريءَ جي آدرش تي پوري اچي سگهي ٿي؟

مسيحي روايت موجب عيسائين ۾ رابعہ جهڙي محبت سيفتہ

ٽيريسا ۾ هئي ۽ هندو مت ۾ مورتيءَ پوڄا جي باوجود، ميران ٻائيءَ ۾ هئي.

ديوبند جي هڪ اِشاعت 'الغزالي' ۾ مون ڪٿي پڙهيو هو، "هي مان حافظي مان ٿو لکان تہ "چيني مصورن جا ٻہ ٽولا دربار ۾ آيا ۽ ٻنهي کي رُڪ جي ديوارن تي تصويرون ٺاهڻ لاءِ چيو ويو، جي هڪ ٻئي جي آمهون سامهون هيون.

جڏهن انهن اهي مڪمل ڪيون تڏهن حاڪمِ وقت اُنهن جي رونمائي ڪئي. ٻنهي ديوارن تي عين بين ساڳيون تصويرون نڪتل هيون. دراصل هڪ ٽولي هڪ رُڪ جي ديوار تي تصوير ڪڍي هئي ۽ ٻئي ٽولي ٻيءَ ديوار کي صيقل ڪري آئيني وانگر بڻايو هو ۽ سامهون رُڪ جي ديوار تي نڪتل نقش ٻيءَ ديوار ۾ نظر ٿي آيو. دراصل مقصد اندر کي اُجارڻ جو آهي....

امام غزالي طوس ۾ 450 هجري ۾ ڄايو هو. ڪتاب 'الغزاليءَ' ۾ لکيو ويو آهي تہ غزاليءَ جي دؤر ۾ چار فرقا هيا. متڪلمين، باطني، فلاسفہ ۽ صوفيا. اُهي فرقا علم ۽ عقيدي ۾ مختلف هيا. پوءِ تہ فرقا اسلام ۾ اهي وڌندا وڌندا ويا. يوناني فن ۽ علم جو صوفين تي ڪافي اثر ٿيو ۽ ارسطوءَ جي فلسفي جي ڪافي اشاعت ٿي؛ يعقوب ڪندي، حڪيم يحيٰ بن ابي منصور، عباس بن سعيد جوهري ابوالطيب سند بن علي، ابو نصر فارابي، محمد بن ذڪريا رازي، ابنِ مسڪويہ، اخوان الصفا، شيخ بو علي سينا، ابو ريحان بيروني، امام غزالي ۽ ٻيا جي برصغير کان ٻاهر پيغام ڏيندا ها. اُنهن جي ٻاري ۾ مون شيخ محمد اڪرام جا ٽي حصا آبِ ڪوثر،

موجِ ڪوثر ۽ رودِ ڪوثر پڙهيا آهن. اڪثر صوفين جو پيغام شاهه لطيف وارو آهي.

’سيت پچار پرينءَ جي سيتِ هوت حضور‘

ادريش شاهه پنهنجي انگريزيءَ ۾ ڪتاب (Sufism) ۾ لکي ٿو ته ڪنهن صوفيءَ کان سِريت پسنديءَ جي تجربي جي باري ۾ پڇيو ويو ته هن جواب ڏنو، ”چار ڄڻا، هڪ ايراني، هڪ تُرڪ، هڪ عرب ۽ هڪ يوناني ڪنهن گهٽيءَ ۾ بيٺا ها. هو چارئي مسافر ها ۽ هنن کي فقط هڪ هوڪو هو ۽ هو ان تي بحث ڪري رهيا ها ته هوُ اهو ڪيئن خرچ ڪن.

ايرانيءَ چيو مونکي ”انگور گهرجي“، تُرڪ چيو ته ”مون کي عظوم (Uzum) گهرجي“، عرب چيو ته ”مون کي عناب گهرجي ۽ يوناني چيو ته ”مون کي استافل (Stafil) گهرجي.“ اُتان هڪ ٻيو مسافر لنگهي رهيو هو، جو ماهرِ لسانيات هو. هن کين ٻڌي چيو، ”مان سڀني جي خواهش پوري ڪري سگهان ٿو. مون کي پنهنجو سڪو ڏيو.“

پهرين ته هنن هن تي اعتبار نه ٿي ڪيو، پر آخر هن کي سِڪو ڏنائون. هو هڪ ميوه فروش جي دڪان تي ويو ۽ چار انگور جا ڇڳا وٺي آيو.

ايرانيءَ چيو، ”هي منهنجو انگور آهي. ان تي ترڪ چيو ته مان انهيءَ کي عظوم چوندو آهيان.“ ساڳيءَ طرح عرب ۽ يوناني چيو ته عناب ۽ استافل به اها ساڳي شيءَ آهي.“

هڪ قابلِ ذڪر واقعو اتر هندستان جي ڪن اهڙن بزرگن جو

ٿيو جن هندن ۽ مسلمانن جي عقيدن ڪَي ملائڻ چاهيو ۽ اهڙن فرقن جو آغاز ڪيو جن ۾ ٻنهي مذهبن جا عقيدا شامل ڪيا ويا. انهن بزرگن ۾ ڪبير ڀڳت هو. هو 1440ع ۾ پيدا ٿيو هيو ۽ 1518ع ۾ وفات ڪري ويو. تذڪرة اوليا ۾ هن جو نالو شيخ ڪبير جولاهو قدس سره لکيل آهي ۽ اهو به چيو ويو آهي ته هي شخص شيخ تقي سهروردي جو خليفو هو ۽ زماني ۾ مشهور ماڻهن مان ٿيو آهي. هن پنهنجي ولايت کي ملامتيہ فرقي ۾ ڇپايو هو ۽ پنهنجي وقت جي هر موحد کان ممتاز هو. هن ڪجھ ڏينهن رامانند بيراڳيءَ جي صحبت ۾ رهي، هندي زبان ۽ شاعريءَ تي عبور حاصل ڪيو ۽ هندي ٻوليءَ ۾ بي مثال دوها چيا جن ۾ ڀڳتي پيرو هن معرفت جو بيان ڪيو . هن جي تعليم جي پيروي گرونانڪ ڪئي جنهن جي گرنٿن ۾ ڪجھ سنڌي بيت به اچي ويا آهن. هو پنهنجي دور ۾ ڏاڍا مقبول ها پر ورهاڱي کان پوءِ هندستان جي تهذيب جو حصو ته ٿي رهيا پر پنهنجي اهميت وڃائي ويٺا. هن جا پوئلڳ ڪبير پنٿي ۽ سک اڄا تائين هندستان ۾ آهن پر پاڪستان ۾ هڪ به ڪبير پنٿي نہ آهي.

ڏکڻ هندستان ۾ جتي مسلمان ڀڳتي پيرو آباد ٿيا ها، اُتي هِن هندن جي مذهبي ۽ معاشرتي خيالن ۾ ڪافي تبديليون آنديون هيون، جن مان ڪيتريون ئي مشهور فلسفي شنڪر آچاريا شيومت ۽ وشنو مَت جي ساڌوئن معرفت ڦهلايون هيون. رامانج انهن کي خاص تربيت ڏني هئي ۽ ڀڳتي تحريڪ کي فلسفي جو بنياد مِلي ويو هو. ڀڳتي يا پريم يا عبادت جو مذهب آهستي ڏکڻ ۽ اُتر ۾ ڦهلجي ويو هو پر پوءِ تاريخ پلٽو کاڌو ۽ هاڻي ته ٻي جي ٻي ۽ راشٽر ميوڪ

سنگهه تن هزار مسجدن جون لسٽون ڏاهيون آهن جي هو مسمار ڪرڻ چاهن ٿا ۽ مسلمانن کي چوٿين درجي جو شهري بڻائي مسلم حڪومت جي هڪ هزار سال جو نئين نسل سان پلئه ڪرڻ چاهن ٿا.

سلطان باهوءَ، شاهه حسين ۽ بلهي شاهه جا نه رڳو ڪتاب مون وٽ آهن پر مان هنن جي ڪلام جا ڪئسيٽ به ننڍ ڪان وڏي عمر تائين ٻڌندو آهيان. باهو چؤسٽا لکيا آهن. پنجابيءَ ۾ دوها به سٽا به هوندا آهن، جيئن فريد شڪر گنج جا دوها آهن ۽ چؤسٽا به هوندا آهن جيئن سلطان باهوءَ جا آهن. باهو جي هر سٽ جو پويون لفظ هوُ آهي جو انساني روح کي ڪٿان جو ڪٿي تو پهچائي ڇڏي مون هر دوهي ۾ هو به لکيو آهي. باهوءَ جو تعلق شاهه جهان جي دؤر سان هيو. هو جهنگ جي موضع اعوان ۾ پيدا ٿيو هو. هو دارا شڪوه جو همعصر هيو 1230هه ۾ جنهن نه رڳو سڪينة الوليا ۽ سفينة اوليا جهڙا ڪتاب لکيا ها پر ڪابل ڏانهن ڪاهه ڪندي رستي تي فارسيءَ ۾ اپنشدن جو ترجمو به ڪيو هائين. هن جي انسان دوستي ضرب المثل ٿي چُڪي آهي. انهيءَ ۽ هن جي مرشد ميان مير باهو وانگر قادريه سلسلي ۾ بيعت ڪئي هئي. ميان مير اصل سيوهڻ جو سنڌي هيو.

جيتوڻيڪ ان وقت چشتيه، نقش بنديه، سهروردية طريقا مقبول ها ۽ عوام ۽ خواص ۾ اهڙو ڪوئي شخص نه هو جو ڪنهن نه ڪنهن سلسلي سان وابسته نه هو.

هونءَ نه وحدت الوجود جي تصوف جي دنيا ۾ پراڻي ريت آهي، پر اُن کي ابنِ عربيءَ جي فڪر ۽ حسين بن حلاج منصور جي

خون هڪ زنده حقيقت ٻڌايو، جنهن پنجاب جي مٽيءَ ذڪر ڪيل فرقن کي هڪ لوڪ شاهي ريت ۾ سمائي ڇڏيو هو. پنجاب جي صوفي شاعر سيد علي عباس جلال پوريءَ جون هيٺيون سٽون اجا تائين عوام جي زبان تي آهن.

ماهِي ماهِي ڪوُڪَندي مين آپي ماهي هوئي
رانجهن رانجهن سب ڪَهي، آکي هير نہ ڪوئي
رانجها رانجها ڪوُڪَندي مئن آپي رانجها هوئي

مون باهوءَ تان ڇوُسٽي جو فارم کنيو آهي جيئن ساميءَ تان سلوڪ ۽ ڀٽائي تان بيت جو فارم کنيو آهي. 'ڪونجون ڪَرڪن روهہ تي' ۾ باهوءَ جي مابعد الطبيعات (Metaphisics) نہ آهي ۽ منهنجي شاعري ۾ جو فلسفو آهي ان جي ڪا ئي هڪ سٽ باهوءَ سان يا ٻي ڪنهن سان نہ ٿي ملي.

ها، اهو ضروري آهي تہ ڪيترن ڇوُسٽن ۾ مون پنهنجي نقطہ نگاهہ کان هن ڪائنات جي وحدت بيان ڪئي آهي. انهن ۾ ڪجهہ ڇوُسٽا ڪراچيءَ جي حالات جي باري ۾ بہ آهن. اُن دؤر جي دهشتگرديءَ جي عڪاسي ڪن ٿا.

منهنجو ٻيءُ مون کي ننڍي هوندي باهوءَ جي هيٺين سٽ ٻڌائيندو هو (هو باهوءَ جو معتقد هو ۽ ڪيئي ڀيرا هن جي مزار تي ويو هو)

تن من ميرا ليران ليران جون درزي دي ليران هو

(ترجمو: منهنجو تن من ليڙان ليڙان آهي جئن درزيءَ جو ليڙان آهن.)

اها سٽ منهنجي دل تي اُڪرجي وئي هئي ۽ اجا ياد آهي.

مان باهوءَ جي هيئين دوهي سان هي مهاڳ ختم ٿو ڪيان.

عشق دي اولڙيان گلان جيهڙا دور ٿين شرع هٺاوي، هوُ
قاضي ڇوڙ قضاوين جاوَن جو عشق طماچين لاوي هوُ
لوڪُ اياٺي مَتين ديوَن عاشقان مَت نہ پاوي، هوُ
مڙن محال تِنهان نون باهو، جنهان صاحبِ آپ بلاوي هوُ

(ترجمو: عشق جون ڳالهيون نراليون آهن جيڪي شرع کي دور هٽائي ڇڏين ٿيون
قاضي قضائون ڇڏي وڃن ٿا جڏهن انهن کي عشق چماٽ هڻي ٿو.
اياڻا لوڪ تہ مَتيون ڏين ٿا پر عاشقن کي ڪائي مت پاڻءِ نہ ٿي اچي.
انهن جو مڙڻ محال آهي باهو، جن کي صاحب گهرائي ٿو).
باقي هڪ سوال: ”باهو! گهڻا مجازي عشق ڪيا هُيَ؟ ڇا تون ڄاڻين ٿو تہ معرفت جي راهہ تي اچڻ کان اڳ مون گهڻا ڪيا آهن!“

شيخ اياز
4- ڊسمبر 1996ع

# چوٺا

ساري رات اسان جاڳون ٿا جھونجھڪڙي اک لڳي هوءِ
ورهڻ جئن ڪا ڪاري اُپ ۾ تارا تڪي تڳي هوءِ
ڇا ڇا پنتي رهجي ويو آ ڪير نيائي اڳي هوءِ
حال ته اڇٽو وچٽو آهي حال ته سڀ ڪي ٺڳي هوءِ



ٻاڙهي ڊاک اُنهيءَ جي وَل تي هي چاندوڪي هوءِ،
رُت بسنتي آئي آهي، ٻير ته ڏسُ ڪئن ٻوڪِي هوءِ
سورَ اُپاريا ڪُوڪي ڪويل ڇو نه ڪيو ڪجھ تو ڪِيءِ، هوءِ
گرچه گلاب جيان اڄ تازي ناهي پڙيت پروڪي هوءِ.



بينو عشق نچائي ڪنهن کي ٿيا ٿيا هوءِ
ڪُن اندر ڦيراٽيون ڪائي پيئي نيا هوءِ
هيءَ اڪيلي ناوَ انهيءَ جو ڪير ڪِوئِيا هوءِ *
ونداهي اڌ رات انهيءَ جي هيا هيا هوءِ.



---

* ڪِوئِيا (هندي): ناکئو.



چنڊ ڪچيءَ جي ٻانهن ڳچيءَ ۾ پائي هيٺ نهاري هوُ
نيرو نَڀ درياھہ جيان ٿو چندرمان کي تاري هوُ
پِپل پاڙ ٻَرن ٿا ڏيئا ويو تارين کي تاري، هوُ
نيڻ اڃا تائين ٿا لوچن ساڳي نينهن نظاري، هوُ.



باھو تو جو عشق ڪيو سو نانھہ اَجايو وڃڻو هوُ،
مان ڄاڻان ٿو جنهن جنهن تڙ تي آ توکي پيرو پڇڻو هُو،
چنڊ چڪي ٿو سينگ، انهيءَ کي تيرُ تہ توتي سڄڻو هوُ
هوُ هڪڙي ڏينهن تہ اچڻو آهي، ماٺھوءَ موتُ تہ مڃڻو هوُ.



سِجُ ٻڏي ويو پاڻيءَ ۾ ۽ نديءَ تي آ سانجهي هوُ،
چوڏاري ونڻ سانت سمايا، اونده ڪنهن اَڳانجهي، هوُ
سانت سمندر وانگر چُلڪي، موڙهو من جو مانجهي هُو
ٿو جهوپيءَ ۾ ڏيئو تمڪي، ٿالهيءَ ٿالهيءَ ڪانجهي هوُ.



هي جا پوڙهي چيلھہ چٻيءَ سان ڪانيون ڍوئي هُو،
مڙس اُنهيءَ جو ڪٿ نہ اگهائيءَ ۾ ٿوروئي، هُو
گهر پهچي هوءَ هُن لَئہِ چانور ويٺي سوئي، هُو
ياڳ اڳي جٿن ساڳ سرنهن جو، ڪنهن کي لوئي، هو؟





ھو باھو سلطان بہ آھي، بُلي شاھ بہ ھوُ،
چڻ تہ پيتائيءَ جي آويءَ ۾ آ اوچو اوڙاھ بہ ھُو
شال فريدا ھن ڪي سمجھين مھر بہ ھوُ ۽ ماھ بہ ھُو
آھي امن پيام انھيءَ جو، سڀ سان آھي ناھ بہ ھُو.



دم مان آھ عدم نڪتو ۽ دم مان نڪتو آدم ھُو، ھر
ھَر ڪنھن ڪي جي مرڻو آھي، موت اجايو آ غم ھُو،
سھٽي تنھنجا وارَ ھوا ۾ ڇا جا زلف پُرخم ھُو
موت اڳيان ميھار نہ ڪوئي، ناھي ڪوئي چڻ ڏم ھُو.



آڪاس سمندر وانگر آ، ۽ چندڊ تري ٻيڙيءَ جان ھُو
آنءُ تہ ڪوئي ڪوڏ بہ ناھيان، سُرڪي ڪيئن سمايان، ھُو
ماھيگير گھريا گھرڙن ۾ گھلي چار مڇين سان، ھُو ھوُ
جيڪو سڀ ڪي رزق رسائي، واري آنءُ انھيءَ تان، ھُو.



موٺي ڪوبہ نہ آيو آھي، ڏس ڏئي جو ڪوئي ھوُ
منٺيءَ ھيٺان ڪوبہ نہ ٻولي آھي سانت سيوئي ھوُ
ساڪَ نہ رھندي ڪنھن بہ سَڪيءَ جي لاڪَ نہ ھوندي لوئي ھوُ
* ڪنھن ڪي سار نہ رھندي باھو ڇا پاتي ڇا ڪوئي، ھوُ.



* ڪوئي (اردو): وڃائي.



ڪنهن ڪي ڪَل نہ آهي ڪائي، ڪنهن نہ سَياڻو ڄاتو هوُ،
نيٺ ندي جا سمنڊ سمائي تنهنجو انت نہ پاتو، هوُ
جهرڻي وانگر گيت اچي ٿو، ڪير چوي ڪنهن ڳاتو هوُ!
پريت تہ آئي نشي وانگر، ڇا ڪنهن يار سڃاتو هوُ؟



جوٺي جڳ جي جُٺ وساري ائٽ مٿان ٿي ڪَتي هُو
پير پٿون ۾ راهہ اٽانگي پنڌ ڪندي ٿي وتي هوُ
لوُءَ لڳن ڪي لهساپس پرَوئي ڏهاڙي تتي هوُ
عُمر انهيءَ لئہ سوال مُنجهايا مڌ مزي تي مَتي هوُ.



ڪنهن جو ڪنهن جو ڏک روئيندين ڪيئي گل ۾ لالا هوُ،
غالب وانگر ڪيئي تن جا ڪالهہ غزل سراها ، هوُ،
رَبا! سُهٽيون تو دنيا ۾ خلقيون آهن ڇا ڇا هوُ
نقش مٿائين ٿو ائن تن جا جيئَن مصوَر پردا ، هوُ.



وڻ جون ٽاريون چانڊوڪيءَ ۾ جيئن لڏن، تئن ٻانهون، هوُ
ڪيڏيون سانت سمايون آهن دردوندن جون دانهون هوُ؟
اُتر واءُ تہ ناهي سَر تي آهن ڪيئي آهوُن هوُ!
پيا پيا سپ جا رستا باهو سپنا سپنا راهوُن هوُ.





مسجد جي مينار مٿان جيئن چنڊ رُلي ٿو، ھوُ
قطرہءِ شبنم شاخِ گل تان جيئن ڪِري ٿو، ھوُ
'ھو' ئي 'ھو' جو وِرد ڪبوترَ جيئن ڦِري ٿو، ھوُ
منھنجو روح تڏھن گنبذ ۾ ايئن گھِري ٿو، ھوُ.



'رانجھو' 'رانجھو' ھير ڪري ٿي رانجھوجھنگ سيال ڪٿي ھو؟
رانجھو سوچي رانجھو لوچي، رانجھو سنگ خيال ڪٿي ھوُ؟
ھير سدائين ڳولي پنھنجو مستقبل ۾ حال ڪٿي؟ ھوُ
مڇي ڳولي باھو، ھُن لئہ جڳ ۾ ڪيڏا جال ڪٿي؟ ھوُ.



عشق اِلله سان جنھن کي ڪونھي باھو کھڙو ماڻھو، ھوُ
ھرڪنھن کي ٿو چيري ڦاڙي چيتي جھڙو ماڻھو، ھوُ
جيڪو اُڄ اُجھائي سڀ جي پاڻيءَ پھڙو ماڻھو، ھوُ
ڪک بہ ھلڪو آھي جنھن کان اھڙو اھڙو ماڻھو، ھوُ.



سورج مُکيءَ جي ڪيت جيان مان ننڊ ڪيان ٿو، ھوُ
سجَ اُيري ڪان اڳ ۾ ئي چا لاءِ اُٿان ٿو، ھوُ
سج اُيري ٿو دور اُفق ۾ آنءُ ڏسان ٿو، ھوُ
تون چا ڄاڻين آنءُ عبادت ڪيئن ڪيان ٿو، ھوُ.



* جال: چار.



ڪويل ڪوڪي ٿي ساڻوڻ ۾ مينهن پوي ٿو، هوُ
ڪو ته اُنهيءَ آواز ۾ آهي ڪجهه نه چوي ٿو، هوُ
ذرتيءَ ڪي آڪاش منجهاران ڪوته سڏي ٿو، هوُ
عشق الله جو توکي پنهنجي طرف ڇِڪي ٿو، هوُ.



سڀ ماڻهو مهمان هيا گهر ڪنهنجو ناهي، هوُ
ڪيڏا نه پرندا اُڏري ويا سَر ڪنهنجو ناهي، هوُ
روز سيان پَرُ ٿيڻو آ پَرُ ڪنهنجو ناهي، هوُ
موت رڳو پاڇائون آ ڏَر ڪنهنجو ناهي، هوُ.



هو چوڏس جو چنڊ ٻري ٿو، سَهو گوارِ ٿو ڪائي، هوُ
ڪَنڍيءَ پنڻتان دور شڪاري، ڪاتَر ٿو اُڇلائي، هوُ
چنڊ ڏسِي ٿو اُن ڪي پرتاڻ ٻيوس ٿي ٻاڏائي، هوُ
ڪهل نه ڪائي پيلَ، چپن تي مُرڪ پئي لهرائي، هوُ.



باهو، چانئٺ تي آيو ٿي، دروازو ڪنئن ٻوٽين، هوُ
آهي هي آواز ازل جو ان ڪان ٻوڙو چو ٿين، هوُ
هو جو ايڏو ويجهو آهي، تنهن لئه چو ٿو ڪاهين، هوُ
جيءَ ۾ جهاتي پاءِ ڙي باهو، سڀ ڪجهه تون ئي آهين، هوُ.





توريت پڙهيو، انجيل پڙهيو، قرآن پڙهيو سڀ هوُ
رومي، سعدي، حافظ جو ديوان پڙهيوسڀ هوُ
آهہ اهوئي ڏک نہ ڪڏهن انسان پڙهيوسڀ هوُ
ڪونہ سڄاتا درد سندس، درمان پڙهيوسڀ هوُ.



باهو تو پنجاب ڏنو آ، سنڌ بہ ڏيکاريانءِ، هوُ
چولستان جيان هت ٿر ۾ ڪرهي تي تاريانءِ، هوُ
جي ٻاجهر ڪاٽي ٻاجهہ ڪري مان سنگ پَٽاريانءِ، هوُ
چوچ منجهان ڊوڊي جي ڳتي مان ڪاريانءِ، هوُ.



ٻَٽُ، ٻُلاءُ نہ سيرو آهي، لاشَ ڪرن ڪِئن، هوُ
سچ چڙهيِ ويو آ پورهئي ۾ ڪير وَهي هِئن، هوُ
* لاسيا ڪَمُ ٻنيءَ ۾ ڪن ٿا ڊور ڊِگِي جِئن، هوُ
همرچو جئن ٿو ڪو ڳائي تيز ٿين تئن، هوُ.



سُڳهڙ آءُ تڏي تي منهنجي هيءَ ڳجهارت ٻَڄُ، هوُ
”اڳتي نهر مٺي پاٽيءَ واريءَ مان تون وَڄ“ ، هوُ
سانجهي اُڀ مان ايئن لهي ٿي جئن اَمڙ جي ٿڄ، هوُ
ٿڪجي ويهہ نہ ڪنهن وڻ هيٺان ڳالهہ تہ منهنجي مڃ هوُ.



---

نوٽ: لاس، ليڏاڻ ڪيڻ يا لاباري وقت ڪبي آهي. ان لاءِ مزوري نہ ونبي آهي، رڳو ڪاڏو ڪارائبو آهي.



ميان متان تون لاھين پنھنجي ڪاٺُڙَ ڪٿي، ھوُ
ان وانگر ھن ڀوريءَ ۾ ڪا چيز نہ اَٿي، ھوُ
ھيڏيءَ وستيءَ مان ميڙي جا، تو آ سَٿي ھوُ
ان ڪٿيءَ جي تو نہ ڪڏھن آ قيمت ڪٿي، ھوُ.



ڳڏجي ڀوريون ٿا ھو ڪاھن ڪير اُٺن تي، ھوُ،
چانڊوڪيءَ ۾ جن کي ڪارا ڪيسَ پُٺن تي، ھوُ
مولا مھر ڪئي آھي تو ھيل مُٺن تي، ھوُ
ھيل وڏي ولھار وِيا ڪيڏا نہ ٻُٺن تي، ھوُ.



رات لڙي آ اُڀ ۾ تارا ٽِمر ٽِمر ڪن ٿا، ھوُ
ھيءَ ڪٿيءَ جي مُنڊ، ڪڪر ڇو رمر جھمر ڪن ٿا، ھوُ
آھہ طلسمي رات ستارا سِمر سِمر ڪن ٿا، ھوُ
جنھن ۾ ڪيئي چانڊوٺا ڇڻ ڇِمر ڇِمر ڪن ٿا، ھوُ.



باھو آءُ ڀٽائيءَ کي تون تنبوري تي ڏِسُ، ھوُ
جنھن جا بيت ٻڌي بادل مان ڇَنڊ ڪڍيو سِسُ، ھوُ
ڇا ھن جي وائي آھي، ڪو ناھي جنھن جو جِسُ، ھوُ!
وڪ وڌائي جنھن تي ڪرھو لاھي آرِسُ، ھوُ.





ڏينهن تتي جو پاڇاوان ڪن جيئن ڪجيءَ جا ٿرها، هوُ
سانوڻ سارَ اڇي ٿي ڏاڍي، ڏينهن جڏهن ٿين سَرها، هوُ
مينهن ڦڙيءَ بن ماروئڙا اڄ ڪيڏا آهن آرها، هوُ
شال پٽن تي آنءُ ڏسان ڪلهہ وانگر ڪَرها، هوُ.



اَنُ جڏهن ايمان تئي ٿو، رب تئي ٿو مانِي، هوُ
هيءَ صدي گذري ويئي جا آهہ رڳي نادانِي، هوُ
هيئن ڪڏهن اڳ ۾ ماڻهوءَ لئہ ٿي آ ماني ڪانِي؟ هوُ
هيئن ڪڏهن اڳ ۾ ماڻهوءَ جي جيءَ نہ ڳوليو جانِي؟ هوُ.



باهوُ، ڪئن ڪرلاهو ٿيندا مٿا مصنف، هوُ
زنده ماڻهو ڪونہ لين ٿا مليان پيو ڪَف، هوُ
ڪالهہ سموري سنڌ ڪَنِي هئي ڪيڏي هئي صف، هوُ
ورلي ٿي ٿو پنهنجو ڪنهن سان هاڻِ تعارف، هوُ.



تو بہ ائين پيريءَ ۾ پاتو باهو سَچُ آڪيلو؟ هوُ
يا تہ هئي تنهنجي محفل ڪو ماڻهوئڙن جو ميلو، هوُ
تولئہ مون جئن تنهائي هئي ڇا ڪو وِهہ جو ويلو؟ هوُ
پانت پانت جانار رهن ٿا، هوندءَ تہ دنيا ٻيلو، هوُ.





ڦِرندو واءُ، ٻنيءَ ۾ رهندو سنگ نہ ڪانو، هوُ
ڪنهن ڪي ڪوبہ بقاءُ نہ آهي ڇا تي ٿئين ديوانو، هوُ
پل تون مال ڏسي وٺ پنهنجو ڪولي ڏِس تون خانو، هُو
ناهہ ڪفن کي ڪوئي کيسو، هرڪو ايئَن روانو! هوُ.



موتي آنءُ ورهاياڻ وينو ڪوبہ نہ جهَلي جهولِي، هوُ
آنءُ خزاني وانگر پنهنجي آهہ ڪوبتا ڪولي، هوُ
ديشَ وديشَ ڪَويءَ ڪنهن ناهي، مون وانگر هئن ٻولي، هوُ
سِٽ سِٽ پچڪاري آهي جڻ، ٻول ٻول آ هولِي، هوُ.



مينهن جيان تو منهنجي من ۾ لاتا اڄ وسڪارا، هوُ
سٽ سٽ ۾ پرجي آيا ڪيئي ڪڪر ڪارا، هوُ
ڪوبہ اُجارو ناهہ پريا مون تن لئہ ٿويا سارا، هوُ
تن ۾ ڪئن نہ تَرن ٿا اڀ جا ٽمڪي ڪيئي تارا، هوُ.



باهو تولئہ ٿاهو ها ڇا ذرتيءَ جا سُک، هوُ
تو بہ ڏٺا ها مون وانگر ڇا ڏونگر جيڏا ڏک، هوُ
ڪيڏيءَ ٻوست ۾ گذري آ، ڪائي واڻُک، هوُ؟
ڪيڏي پيينگ اٿم چوڌاري ڪيئن لهي بُک، هوُ.





باهو هڪ الله تہ آهي سپ ڪنهن جو رکوالو، هوُ
ماٺهوءَ پنهنجي من تي ڇاجي لاءِ هنيو تالو، هوُ
ڏوبيءَ وانگر مون من ڌوتو، آهہ اڃا ڪجهہ آلو، هوُ
ڇاتي هي انسان ڪُڏن ٿا ؟ نالو! ڇاهي نالو، هوُ؟



ڪورو آهہ ڪڏهن ڪان پيارا آءَ اُمايون دلو! هوُ
ماٺهوءَ جو ايمان ٿيو آ رب مان ڪيڏو ڍِلو! هوُ
ڇڻ سارو ويران لڳي ٿو روحانيت- ڳلو! هوُ
آ اڳ جئن ويساهہ ڍَلو، اڄ تَنهن جو ڪَيون بِلو! هوُ.



بادل مان سانجهي بکي ٿي، سونُ بکي جئن ڏنگَي، هوُ
توکي ديد پوي ٿي ڪائي اندلٺ ڪنهن هئن ونگي، هوُ؟
رات لٿي آ، چندرما جو ناهي ساٿي سنگي، هوُ
حيرت ۾ حيران ٿيان ٿو رنگ بٽائي رنگي، هوُ.



ڪنهن ڪيئن ڏٺو،ڪنهن ڪيئن ڏٺو، تون رب تہ ساڳو سائين، هوُ
تون بادل ٿي برسائين ٿو، تون ڪويل ۾ ڪُرلائين، هوُ
تون وڻ وڻ ڦُـٽُر ڦـٽُر وانگر آن تون وسڪارا وَرجائين، هوُ
هي باهو تنهنجوئي بندو آ شال اُنهيءَ ڳرلائين، هوُ.





ساري ڏرتي رَتُ جا تويا ماٺهوءَ اُج نہ لٿي، هوُ
مٿي ڊيرَ ڪري ڪنهن آهي سر سِر مٿان سَٽي، هوَ
سون جيان درياهہ وهي ٿو، آَهي سانجهي لَٽي، هوُ
باهو عمر گهٽا پَل آهي عمر نہ آ ڪنهن ڪَٽي، هوُ.



بندي وان تہ آنءُ بہ آهيان گهرَ جي بندي خاني ۾، هوُ
سارو ڏينهن وجي ٿو گذري غالب جئن ويراني ۾، هوُ
هاٿي اوتَ بہ ڪانہ وجهان ٿو مان پنهنجي پيماني ۾، هوُ
ايئَن تصور چانيو آهي جڻ آهيان مئخاني ۾، هوُ.



ڪورنگيءَ ۾ ڪير مُئو آ، چا هِي ماٺهو ناهي، هوُ
هي لانڍيءَ ۾ لاش ڪٽن ٿا، ڪير پُڇي ڪير اهي، هوُ
شهر ڪراچي ڪيئي مردا، ڪوبہ نہ رکي ٿاهي، هوُ
ميڙاڪو ڏِس آهہ ڪيو ڪيڏو نہ ڳِجهن چؤراهي، هوُ.



لَٿو ناهہ لڳن تي هن ڪي سيءُ پيو ٿو ساڙي، هوُ
اَڪ سُڪا ٻاري ڪاٽي ٿِي رات جڏهن ڪا پاڙي، هوُ
ڪوئي مسافر آيو.تنهن ۾ آ ليڙي ڪي لاڙي، هوُ
ڪَٽ ڍلي مهمان ملي آ، تانگهہَ پيو جڻ تاڙي، هوُ.





آهہ اڪين ۾ واري هن جي لُوءَ پئي لوُساٽي، هوُ
ڪبڙ چانوَ پيو هو ڳولي جنهن ۾ منجهند ڪاٽي، هوُ
ڪنڌيءَ پنَ چَري ٿو هن جو اُٺ اُياري ڳاٽي، هوُ
ڪير مٿي تي آٽي پيئي گهر مان لسيءَ ماٽي، هوُ.



نم جي ڇانوَ ٿڌي آ ڪيڏي آءُ تہ ڪو دم ويهون، هوُ
پَاڻُ بہ جڻ آڪاس جيان آ، آءُ انهيءَ ۾ پيهون، هوُ
هن ڏرتيءَ جون ڪوڙيون ڳالهيون ڇئجن ڪيهون ڪيهون، هوُ
يار تہ ڪيڏو خوش لڳي ٿو ڪائي وينو پيهون، هوُ.



باهو نانءُ خدا جو سچو ٻيو سڀ آهي فاني، هوُ
جڳ گهڙيءَ جو ميلو آهي ڪوئي خان نہ خاني، هوُ
حرص هوس انسان ۾ آهي جڻ ساري ناداني، هوُ
هي جيڪو مانداڻ، انهيءَ جو ڪو تہ لڳي ٿو باني، هوُ.



باهو مون شيطان ڏنا استالَن وانگر، هوُ
نيٺ پڄي پيا اُتر واءُ ۾ ڪانن وانگر، هوُ
جڻ تہ ٿٿل تنبوري نڪتل تانن وانگر، هوُ
پو بہ ڳچيءَ ۾ آهن ڪَن جي ڳانن وانگر هوُ.





هاڻي ڇا ٿيندو بس ويئي منهنجي عمر اَجائي هوُ،
اُن جي ڪيئن تلافي ٿيندوبيت هجي يا وائي هوُ
نيث تہ مٽي آ پايـنـده نـاهي صورت ڪائي هوُ
باهو جي مون مرشد گهرجي ڪافي آهہ پٽائي هوُ.



ڪـوبہ نـہ رهـڻـو آهـي بـاهـو هـرڪـو مِـٽـي هـوُ
قبـر مـٿـان چَـانـدوڪـي آهـي سـپ جـي چِـٽـي هوُ
ڪير نہ آهي جنهن هن جڳ سان ڪونہ ڪئي آ ڪِٽي هوُ
انڪاري آ ڪير خدا ڪان، ڪنهن جي قسمت ڦِٽي هوُ.



ڪوبہ انهيءَ ڪان ڪونہ بچيو آ موت مِڙن ڏي اچي هوُ
ڪاريهر جئن ڪاٽ انهيءَ ڪي ڪير انهيءَ ڪان بچي هوُ
عمر ڪري ٿو ضايع پنهنجي جـو دنيا جي ڏچـي هـوُ
ڪيڏو خوش آن هٿ وتـو آ تـنهنجـو مرشد سـچي هوُ.



باهو ڪاهوءَ تي بـيهان مان يا مان هڙپا ۾، هوُ
هر شي آهـ فنا جي زد ۾ فـرق ڏسان ڇا ۾، هوُ
آ انسان حقـيقـت ڪـهـڙي؟ قطرو دريا ۾، هـوُ
ڪهڙي معنيٰ رکـنـدو آهي ذرو صحـرا ۾، هـوُ.





باھو رنگ برنگي دنيا ڪيسين رهنّي آهي، هوُ
دُک جي ڏينھن اُنهيءَ ۾ توڪي ڪيسين سهنّي آهي، هوُ
نيٺ تہ ٻيڙي سير وني ٻي پاسي ڪهنّي آهي، هوُ
ماڻهوءَ کي ٻيو جيون ملندو موت تہ ننهنّي آهي، هوُ.



سَهو مري ٿو جيئن اچانڪ ڪولهيءَ جي گهوٻاتي، هوُ
لاڙي ايئن اچانڪ هرڪو پنهنجي ڳاتي، هوُ
موت جيان آرام نہ ڪوئي، ماڻهو ناهي گهاتي، هوُ
ڪوبہ نہ رهڻو آهي، هرڪو ڏينهن وڃي ٿو ڪاتي، هوُ.



ڪير چوي هي رات ڪٿي، مان ننڊ منجهان جاڳان، هوُ
ڪير چوي ڪنهن وقت مهارون موڙيان ماڳانْ، هوُ
ڪير چوي ڪنهن وقت ڪٿي ٿئي دل منهنجي راڳان، هوُ
ڪير چوي ڪا چيز ملي آ مون کي اڄ ياڳان، هوُ.



هوُ ۾ تو ۾ فرق اجايو، وچ ۾ آهہ حياتي، هوُ
هو تہ ميان آئينو آ، تو اِن ۾ جهاتي پاتي، هوُ
آ ڪنهنجي تقدير وري اڄ انالحق لئہ آتي، هوُ
آنءُ چوان ٿو، ڏرُ نہ انهيءَ ڪان ناهي موت مماتي، هوُ.





نيٺ تہ وسٽو آهي، ڪلهہ ڪان وِچ پئي ٿي چمڪي، هوُ
ڪاري اُڀ ۾ ڪوئي تارو ٽِمر ٽِمر ٽمڪي، هوُ
ڇا هو اڇٽو آهي هئن ڇو جيءُ پيو ٿو جهمڪي، هوُ
منهنجي من ۾ ڇو وسڪارو ڇَمر ڇَمر ڇِمڪي، هوُ.



هاڻي ڇا ڪي ياد ڪرين ٿو جا گذري سا گذري، هوُ
اُپريءَ واءُ لڳِي گل ڇاڻيا، خواب جيان خوشبوُ ٿي، هوُ
هاڻي سارَ اجائي آهي ڇا ڏکي ڇا سُکي، هوُ
آهي آخر سمنڊ سمائي ڪهندي ڪهندي ندِي، هوُ.



موت ملاقاتي ٿيٽو هو، آنءُ لنوايو هُن ڪي هوُ
هونءَ تہ هڪ عمر مُلي هئي آنءُ گنوايو اُن ڪي هوُ
ندي تارئون تار وهي ٿي، آنءُ وساريو ڪُن ڪيِ هوُ
سڙهہ جڏهن ڦاٽي ويا سارا، مان ساريان ٿو تُن ڪي هوُ.



تارن جي تِرمِر اِئن مون کي ساري رات سَتائي هوُ
جئن تنبوري تڻ تڻ منهنجي من کي پيئي گهائي هوُ
تنهنجو نالو جو وِسري ويو واهوندو ورجائي هوُ
تون جا رويا آهين ڪئن ڪو توکي تن سان لائي هوُ.





توبن ڪئن ڪاتيان مان هيڏي رات پهاڙن جيڏي، هوُ
ڪيئن چئجي مان ننڊ مان اٿندس ننڊ اچي پئي ايڏي، هوُ
بَند نہ مون دروازو هوندو جي تون ايندينءَ جيڏي، هوُ
تنهنجي تڪ تڪ نيٺ نہ آئي، آس هئي مون ڪيڏي، هوُ.



آھہ هَڏي جي هيرَ انهيءَ کي نفس تہ آهي کُتو، هوُ
هُن جو شوق شراب اهوئي جهڙو پاٽي تُتو، هوُ
ساري ساري رات نہ آهي چا لئہ باهو سُتو، هوُ
ننڊ انهيءَ کان دور رهي آ ننڊ نہ آهي چُتو، هوُ.



باهو دنياداري آهي ڪوُڙي ساري هوُ
چاندوڪيءَ ۾ سون جيان آ ساري واري، هوُ
ساوا پَن ڏين تا من کي ڪئن دلداري، هوُ
ورَ ساري سان ذرتيءَ اڳ کان آهي نياري هوُ.



لکُ بہ آهي ڪَکَ برابر، سڀ لئہ موت پڄاڻان، هوُ
پوءِ حياتيءَ کان چا آهي آنءُ اُهو کي جاڻان، هوُ
پوئين ننڊ جڏهن تو ايندي هوندءِ ڪونہ وهاڻان، هوُ
ڪيڏي پينگ لڳن تا سارا ڌرتيءَ هينان پاڻان، هوُ.





باهو ڪوڙ فريب ڪيئہ سو آڏو ايندءُ، هوُ
رب سوا ٻي واهر ڪهڙي؟ ڪوبہ نہ ڏيندءُ، هوُ
رب سوا ٻيو مُرشد آخر ڪهڙو ٿيندءُ، هوُ
در ٻوٽيندين، پوءِ بہ باهو موت سنڏيندءُ، هوُ.



باهو رب رکي ٿو جنهن کي لوُهَہ نہ تنهن کي لڳي، هوُ
هر شيءِ کو پاڇائون آهي جڳ تہ سڀ کي ٺڳي، هوُ
آندو چنڊ پلئہ ۾ پنهنجي آ ڪنهنجي رت جَڳي، هوُ
سمنڊ ازل کان ڇوليون ماري اَبد ڪنان پي اڳي، هوُ.



باهو اڄ افطار ڪريَ، هت رهڻو ناهي هلڻو آ، هوُ
هي جڳ سارو جوٺ، اُنهيءَ ۾ ڪيسين جيءُ ٻهلڻو آ، هوُ
سنيت ڪر اي سنگي ساٿي ٿاٽو مورُ نہ ٽلڻو آ، هوُ
هر شيءِ هت ئي رهڻي آهي جيءَ اجايو جلڻو آ، هوُ.



آڪيرن ۾ ننڊ ڪندا سڀ پولڙيون پولي، هوُ
ڪئن ڇئجي اڄ تير اڏامي ڪنهن کي ٿو ڳولي؟ هوُ
موت شڪاري پنڇيءَ وانگر نڪتو آ پر ڪولي، هوُ
اِيئن لڳي ٿو اڳتي صحرا ٿو ڪوئي ڇا ڇولي هوُ.





موت تہ هر ڪنهن ڏي اچڻو آ موت تہ وڃڻو ناهي، هوُ
ايِئَن لڳي ٿو خالي هَٿين هيل نہ ترڻو آهي، هوُ
هن کي ڪا پرواهہ نہ آ، جي ناهہ پيو ڪو ناهي، هوُ
ماٺهن کي هو پيرن هيٺان ڳاهہ جيان ٿو ڳاهي هوُ.



الف الله انهيءَ کان اڳتي باهو ڪجهہ پِي ناهي، هوُ
ب کان پوءِ بلائون ڪيئي ڏاهہ رڳو ڪنهن ڏاهي هوُ
هي دنيا سَؤ رنگ ڪري ٿي تنهنجي من کي ٿاهي هوُ
پاڻ پَوڻ چالاءِ پيو تون پنهنجي ڦندي ڦاهي هوُ.



آنءُ فنا جي زد ۾ جئَن تون، باقي باهو الا هوُ
سڀ ڪو آهہ قبر جو لقمو آنءُ بہ تو جئَن اي باهو
مٽيءَ هيٺ اڪيلو ماڻهو ڪوبہ نہ جنهنجو ڪرلاهو
* نڪر نوبر آهي گھُرگھُر، انت تہ سڀ جو آ ڪاهو.



خُم تي خُم پر پر اي ساقي، ساغر ڪهڙي شيءِ آهي
روح ٿيو مدهوش، پيو ٿو ڪاهڪشان ڏي ڪاهي
ماڻهوءَ مورک کان پڇجي، جي آخر ڇا ٿو چاهي
توکي ڪونہ وَراڻي سگهندو هن کي ڪوبہ پتو ناهي.



* ڪاهو: ڪاهوءَ جو دڙو.

❖

بالڪنيءَ ۾ چار ڪبوتر شام لٿي خاموش لڳالا،
سارا در ٻوٽي ٿي جڳ تي، ننڊ الله تعاليٰ جا تالا،
باھو تون ڇو جاڳين وينو ننڊ تہ آھي مڌ جا پيالا،
ڪنھنجي سار اچي ٿي توکي تنھنجا نيڻ ٿيا ڇو آلا.

❖

خانہ بدوشو ڪھڙي تر ۾ خيما ڪوڙيو ٿا؛
ڇا جي لاءِ سفر ۾ پنھنجي، ايڏو لوڙيو ٿا،
آھہ حياتي پَٽ جيان ڇو رنديا روڙيو ٿا،
ھِن جنم کي پنرجنم سان وينا جوڙيو ٿا.

❖

ٻاھو آھن مينھن ڦڙين جئن تو وٺ ڪيئي ڪتاب، الا!
ڪونہ سوالَ سلن ٿا توکي تن جا ڪي بہ جواب، الا!
آءُ، سڏيو وھندي نديءَ ۾ آ توکي مھتاب، آلا!
باھو سنگُ ڪرين جي سمجھي ڇو ٿِين خوار خواب آلا!

❖

ڪٿ بہ نہ بيني لھر، ھلي وئي اڳتي منجھہ چناب آلا!
جندڙي ماٽھوءَ جي آھي اِئن ساري خيال و خوابُ آلا!
تند ڇڳي جي ڇُپ ٿي ويندو پنھنجو روح ربابُ آلا!
ڪوبہ گناھہ نہ آھي باھو ناھي ڪوبہ ثوابُ آلا!





پيجري طوطو روز رڙي ٿو پنھنجي مانيءَ لاءِ
وڻ تي ڪالھہ تنواربندو ھو پنھنجي جانيءَ لاءِ
ڪيئن وَري اُن کي موٽائين ڪھڙي موٽَ جوانيءَ لاءِ
پيريءَ آندي آھي پنھنجي سوچ فقط سرگردانيءَ لاءِ.



ڪيئن دريءَ مان چنڊ ڏسين ٿو، ھيرايل ميدانن جا؟
پنھنجو ڪمرو نيٺ وسائيندہ ايذايل انسانن جا!
مومر بتيءَ تي بيت لکين ٿو، ڪيتن جا ڪليانن جا
* من ۾ جھاتي پائي باھو ڊِڳ ڏِسين ٿو ڏانن جا.



جوين جو رس آھي ائين جئن ڪارونجھر ماکِي
شايد تو نہ ڏٺي آ ٿر ۾ ڪائي وِساکِي
نانھہ ٿيو تون واڙباسي تي چاندوڪيءَ ساکِي
تون ڇا ڄاڻين ڪنھن ڏرتي جو تون آھين راکِي!



واھوندي جو واءُ لڳي ٿو لوڪ چوي ٿو سيءُ ويو
آھہ لڳي پئي اڄ وچ ڪنھنجي ماءُ وئي يا پيءُ ويو
ڪنھن تي ڪو وِساھہ نہ آھي ھوءَ وئي يا ھيءُ ويو
ڇا ڪنھن سوچيو آ ماٿھوءَ تي ڪاڏي ھُن جو جيءُ ويو.



* ڏان: ٿر ۾ اُن کي چوندا آھن. اصل سنسڪرتي لفظ آھي.



جُڳ جڳانتر گذري ويا انسان اڃي جئن آهي
چيري ڦاڙي هن ۾ جو حيوان اڃي جئن آهي
ساري دنيا ناس ڪندو، نادان اڃي جئن آهي
درد اڃي جئن آهي ۽ درمان اڃي جئن آهي.



جاڻي جاڻٺهار آزل کان اڄ تائين سڀ ڪجهه
اُن جو غيب اگر تون جاڻين، تون پائين سيڪجهه
تون هستيءَ جو تاڃي پيٽو، کولائين سيڪجهه
ڳاتو تي سنسار جڏهن کان، تون ڳائين سيڪجهه.



لنگهه اڳيئي طي آ باهو عشق انوکي گهِتي،
ڪنهن سان اڙبو انگ، اِئين جئن چاندوڪي چِتي،
وقت وڃي ٿو گذري سڀ جو موت ڪري ٿو مِتي،
ڪير جدا ٿيو، ڪنهن پياري کان، ڪنهنجي قسمت ڦِتي؟



منهنجو پيار ڪٿي آ ڪوئي ڏس نه ڏيندو ڇا؟
هن جو پار ڪٿي آ، هُن ڏي ڳسَ نه ويندو ڇا؟
هن تي ڇانوَ گهٽيري هوندي سڄُ مڃيندو ڇا؟
ٿوري ننڊ ڪري هو مون ڏي موٽي ايندو ڇا؟





ڪويل جو آواز اچي ٿو اُبَ هلي پيئي
واهوندي جو واءُ وِيو ڏک ڏرتيءَ جا نيئي
نينگرُ نينگرِ اِيئَن لڳن ٿا وَلِ ڦُٽا ٻيئي،
ميوا، مجر، ماکيون آهن مارُوئڙن ڪيئي.



رستي تي هو اِيئَن ڪريو جئن پڪي ڪري روڙهي*
لاش پيو آهي ڪو اونِي لوئيءَ ڪي اوڙهي
ڪيئي ڪارُون روُڪي رکيون پوءِ ته ڏڳ سوڙهي
اک منجهاران لار نه ڪئي پر ڪنهن جي پي ڳوڙهي.



ٻاهو تون جو ڪُجهه چاهين جو ٿيڻو آ سو ٿيڻو آ،
ٻاهر جو سنسار ٻَري ٿو ڏنُ انهيءَ ڪي ڏيڻو آ،
تنهنجي وَس نه آهي پيارا ڪيسين توکي جيڻو آ،
جيڪو ڪوئي جام پِري ٿو توکي ان کي پيڻو آ.



* روڙهو: ڇار جي ڪام جا گهوڀاتي واڱر ڏک هڻڻ لاءِ ڪم آڻيندا آهن.

## بيت

*

مون سان مُنهنجي شاعري رهي ساري راتِ،
جيسين ٿي پرڀاتِ، سڄُ اُڀاري سون جان.

*

متان چئين شاعري، "ڪونہ نپايو تو"
پوئينءِ گهڙيءَ جو تنهنجا ڳل چُمي ڏنا.

*

اڄ تائين اُلهام جئن پيو شعر اَچي،
جيئين مورُ نچي ڪارونجهر جي ڪورَ تي.

*

ڇڏيءَ تانيءَ جو اوڇو ناهي شاعري،
گهاٽي ڪان گهاٽو اُٽيو آ اڄ ڪالهہ مون.

*

ساري عمر چئن آ ڪونہ ڏنو آئون،
لائون ڏنائون مونکي توسان شاعري.

*

ننڊ اچي بہ نہ ڪيئن، ٿي ڏونڏاڙي شاعري،
چوي پئي هيئن "لک، اجا لکڻو اٿي."

*

هو جيڪي سُرخاب اُڏرن پيا آب تي،
ايئين منهنجا خوابِ توکان مٿي شاعري.

*

رستو اَؤکو شاعري، ورتو آهي تو،
پرتو آهي تو جيڪي هن جنسار ۾.

*

منهنجي لاءِ نجات تون ئي آهين شاعري،
ساري ساري رات جيڪا مون جاڳي لکي.

*

ميان تنهنجي شاعري اَجرڪ تي ڇاپو،
تون منهنجو آپو سمجهي سگهندين ڪينڪي.

*

پاڻ وهيٽي ڪانہ آهہ هي جا منهنجي ذات،
مون ڪي آڏيءَ رات لِڪائين ٿو تون ميان!

*

جيئين ڪرٽا چندِ جا، سٿون آٿين تون،
تن ڪي ماٿين تون، ايڏيءَ اونده ۾ پڙهي.

*

اجا اگر رڪَ ٿي اُجهاٽا ناهن،
چٽنگن جئن آهن سٿون اجا ساهہ ۾.

*

ائين ٿو لکين بيتَ جئن ڪرين ٿو اَنَ ڇاڻ،
پوءِ ڪڍين ٿو پاڻَ ڏڏر ھرھڪ ست مان.

*

ھرڪو ھڪَ تصوير، بيتُ نہ آھي ماٺھئو!
ڀي شاعرَ تقديرَ ناھي ھيءَ مصوري.

*

شاعر پکي پار جا سيني نہ ڪُڙلاءُ،
ڪوڪو پکي واءُ ٻُري ڪري ٻولڙيون.

*

ٻتائيءَ جو بيت جئن ڪالھہ ھيو آيت،
ڪابہ وِلايت مَٿُ نہ تنھنجي شاعري.

*

مان ئي بلي شاہہ ھان، مان ئي ھان باھو،
تنھنجو ڪرلاھو، گھايل تنھنجي گھاوَ سان.

*

ڪھہ مڪرني ناھيان اُتيئي آئون،
خسرو ڏنائون مونکي پوري ڪنڌ ۾.

*

غالب وانگر ڇو نہ ننڊ اچي ٿي رات جو،
شايد آھہ پتو نہ اڱني ڪاڏي ٿا وڃون!

*

جانِ جو پڙهيو غور سان، مون ابنِ عربي،
هر دنيا طلبي، جنھن دل مان ذوپي وئي.

*

بينو اوهيڙا ڪري جڏهن وسڪارو،
ٿر مٿان ٿارو، ڪاش ڏسين ها ڏانگڙو! *

*

ڪڏهن ڪاري چاڻ ۾ تون مان رباني، **
ڳاتي زباني ساڳي سِٽَ اتفاق سان.

*

ڪيڏا ڪيا واھَٽِين سنڌريءَ سان وڙَ، بيتَ!
ٻُڌي مون نَڙَ ببيت گهوڙِي ڏنو ڳائٽو.

*

اجا منهنجي ڏات ڪي بہ سَؤَ سال ڪَپِن،
جن تان انت ٿپن درد پريا هي دوهڙا.

*

ڪاڪ وري جڙندي ڀيھرِ ايندا مينڌرا،
رچنا تہ مڙندي پاڻ ڊهي ٺهندي پئي.

*

---

* ٿارو: فطرت پرست آمريڪي اديب، ڏانگڙو:– قوس قزح، اندلٺ
** رباني: غلام رباني آگرو.

*

اُتي پوئين پھر جو ائين اوندھہ ۾،
پکين چَھہَ چَھہَ ۾ تنھنجا گيت سمائيا.

*

ھلي پيو ٿو نار، ڪوھہ ڪٿيئي ڪونہ ٿو،
ڪوئي انت نہ پارُ آھي منھنجي ذات جو.

*

وڀرو تار وجود ۾ آھين ئي آھين،
ناھين پراھين مون ڪان ڪوبتا ڪٿي.

*

بيماريءَ جو بسترو مان ۽ قلمَ ساڪَ،
جيسين اُپري باک چوڌاري چانگارَ سان.

*

اَڃا منھنجو پنڌڙو کُٽو نہ آھي،
وَڏيا ڪُجھہ ساھي، ڏکن پيڙا پيرڙا.

*

ڪنبون راسيون سانجھہ ڪان ٻيني ڏنائين،
پَر ھو تو تائين پھتو نہ آڪاس ۾.

*

ھيءُ ٻُڙيءَ جا ڪيترا آھن پساري،
ڪيڏي نڪاري تن جي ادب ٻگالھڙي.

*

جئن سمر ۾ آئِيڙ، اڄڪلھ دانشور ائين،
ان ۾ اوَچا ٻڙ اُپري سگهندا ڪينڪي.

*

ايڏا شاعر شاعريءَ آنا ڪانيءَ ۾،
ميِردانيءَ ۾ ميِر پوَن پُون ڪن پيا.

*

پوءِ ٻه چڙهي پِٽَ تي پربان آنءُ گهَڙا،
توڙي پٿونئڙا ڏنگن منهنجي ذاتِ ڪي.

*

متان ِسمجهين ڪوهَ جو مون کي ڪاٺيارو،
مان جو پاٽيارو مون لئہ واٿهڙيون گهٽيون.

*

ڪالهہ ٻُڌايا پَٽَ جو گنگ ڪويءَ جا گيت،
مون ۾ چا چا گيت صدين ڪان پوءِ اپريا.

*

جنهن تي ٻه ٽي ڪنگَ سو ندیءَ پيٽ ڏسو،
لڪو يا نہ لڪو آهہ تہ جيئرو هائڪو.

*

'ٻاهر بارش ٿي وسي ِ ڪيڙا ڪتابِيٰ!
اُفق عنابي آهي چڻ تہ شراب جئن.

*

ڪونجون ڪرڪن روهہ تي ڇيڙيِ سانتِ- ستار،
ڇڻ ڪنهن موسيقار جي موسيقيَ واءَ ۾.

*

ٻيجل پنهنجيءَ تند سان ڪاتيو پنهنجو ڪنڌ،
ڇا نہ سُريلو پنڌ، راڳيءَ ڪيو رَاهہ ۾!

*

ٻيءَ لئہ رات وهانءَ جا ڳائي پئي ڳيچ،
مُندي پائي ڇيڄَ، وَر وَر ڏسي تِڪَ ڪي.

*

ٻُڏي تنهنجي ڪنجرِي نچن پيا پير،
ڇنُہ تون آهين ڪيرَ، نينگر نَگر پارَ جي؟

*

وَڃن پيون ڪنجريون آڏيءَ جو ڪنهن جون،
نانهہ سچاتو مون اجاءِان آواز ڪي.

*

ڪارائي ڪائي آ تنهنجي آواز ۾،
ڪِونج ڪري وائي وڍي وئينءَ انگڙا.

*

مانڊائيءَ آواز آيو اَسُر ويرِ جو،
اڱڻ ۾ ڪو قاز، ڪَرڪي پيو مُنڌ جي.

*

چوريون ڪيئي چيچ ۾ پنڙا لڏن ٿا،
تارا ٻڌن ٿا پرڻي رات رمي وئي.

*

اڃا سوجهاڪو ڇَهہ ڇهہ آهي ٻيرِ تي،
ڇڻ پورو خاڪو آهي ڪنهن تصوير جو.

*

توکي پٿر مان گهڙي ڏنم جيڪو روپ،
اُهو روپ انوپ ڏِسي ڏات ڏِڪي وئي.

*

ڇيڻي سنگ تراش جي ٻَت تي ڏني رن،
"ڪٿي آهين تون؟" مُرڪي سوچيو مورتيءَ.

*

ڪهڙي ڪاشيگر جوڙيو توکي نينگري؟
ڇَئُ، تون ڪهڙي گهر، ٿيندينءَ پيالي پريت جي؟

*

رُنو بت تراش بُت ڏسي سرَ ڪانسوا،
پو، هُن سوچيو "ڪاش مان بہ هجانَ ها جنگ ۾!"

*

ڪَنڌَ ڦُٽي ويا ڪانهن جئن، ناهي ڄام ٿُٽو
مئخانِنَ ۾ ڪُتو، ڪيئي رند رَمي وَياُ.

*

رات مڌو شالا جهونجهڪڙي ۾ ائن لڳي، *
جڻ تہ سندم پيالا اُڏريا ٿي آڪاس ۾.

*

آخر رهندي ڪيترو اِها سُرت آجان،
ساقي ڪيئن چوان اوتيندو رَهہ اوت ڪي!

*

ڳاڙهي غاليچي مٿان نيرِي صراحي،
چاهي نہ چاهيِ جرڪي پئي جام ۾.

*

اڪين- صراحيون پرجي پرجي ٿيون اچن،
جام و مينا جون ڪري ڪري ڳالهڙيون.

*

جوئر جا ڪانا وَڏا ٿيا بنيءَ ۾،
هُرڪر وَنيءَ ۾ سينڌو نہ ٿي سامهون.

*

چا هِي پڙو، بانڌٺي اُنهيءَ جي آهي،
پَر تي بَئِي لاهي جيڪا آهہ نياڻ ۾.

*

ڇپر تي ليٽي آربني جي ڇانوَ ۾،
هوءَ ننڍي نيٽي پري پئي گهاگهرو.

---

* مڌوشالا (هندي): مئخانو.

*

رَنيون چوڙين ڪانسوا مُرن وٽ ساٿيون،
اُنهن ڪئن ڪاتيون تارن پربون راتڙيون!

*

ڪِن جي لاءِ وجهن پيا سڪ وچان ليئا،
ڌهـرن ۾ ڏيـئـا ۽ تـارا آڪـاس ۾؟

*

لالڻ ميندي لاءِ، سيان ڏينهن وهانوَ جو،
اُتـي ريـتـو پـاءِ، آيـو آهـيّ رنگـجـي!

*

چنڊ وڏائون پاڪڙي هڪڙي پاسي ڏي،
ٻي پاسي توڪيۡ جيئَن نہ نِوي پاڪڙو.

*

ٻوليءَ ۾ ٻيهارَ، آنءُ نہ اچٹو آهيان،
هونءَ تہ اُڪيچار ايندءِ نَؤنڻ ڪيڏٽا.

*

اڳتي ننڊ گهٽي ميان هاٽي کهڙي ننڊ؟
پوپٽُ مٿان گهنڊَ رهي رهندو ڪيترو!

*

دل ڪولي رابيل، توڪي سڳنڌون ڏنيون،
هاڻ بہ وجڻ ويل خزانا خوشبوءِ جا.

*

جيئين ڪرٽا چنڊ جا لهرن مَٿ لُڇن،
تيئين منهنجي مَن، آهن تنهنجون ڳالهڙيون.

*

جيئين تتر ڪارڙا پڃري ۾ ڦٿڪن،
تيئين منهنجي مَن، آهن تنهنجون ڳالهڙيون.

*

پرين تنهنجي ويڙهَ تي منهنجو جيءَ جڙاءُ
جنهن ڏي هَٿَ وڌاءِ، چنڊ ڏسي ٿو عيد جو.

*

جيئن مٿئي ٽِڪ، ايئين نينهن نگاهہ ۾،
مون کي تُنهنجِي ڇِڪَ، ڇِڪي پنهنجي پاڻ مان.

*

هَٿ پرينءَ مينديءَ رتا جهڙا ڳُل انارَ،
جيئن ڪيائين پيارَ منهنجا ڳل ٽڙي پيا.

*

تنهنجو بدن بوسڪي، جنهن جي مٿان گج،
ليئا ٿو سورج پائي لئيءَ جي پنيان.

*

پُٺي کُنييءَ وانگيان ظاهر هئي گج منجهان
پريان توکي مان ڪيئن سُڃاتو سُندري؟

*

سائو گَجُ گلن سان، ڪُلهي ڪيائين بانهَن،
دل مان نڪتي دانهن، جوين جاڙَ ڪري وئين.

*

تنهنجو تَنُ ايئين پرين جيئين اَڇو پَٽُ،
پَريان ئي پَرگهٽ، ڊيرا ٻہ ڊولائتا.

*

ڇا ڇا لڄاريءَ لوئيءَ سان پنهنجا ڍڪيا،
پر چوليءَ چاريءَ اڳ پسايا انگڙا.

*

ڇا جيڪو ميهار هو، هُيو سهڻيءَ خوابُ؟
چوڏينهن رات چنابُ پُڇي پئي چندَ کان.

*

هندورو هالارُ آ منهنجي لاءِ تہ هوتَ،
ناهي ڪا ڳَڻ ڳوت مونکي تنهنجي پيار ۾.

*

نہ کي دڙ درياهہ جا نہ کي ڀَؤُ سيسارَ،
سهڻيءَ کي ميهار ڇڪيو ايڏي ڇوهَ ۾.

*

پکو پونهارن سان متان جوڙين تون،
جي تون مڃين مون، ڇيتِ نہ تن جو ڇانئنون.

*

مون ڪان پنڌ نہ مورُ، اڳتي ٿي پنيور ڏي،
ٿيندو نيٺ اَسورُ، آرباٽي هِن رات جو.

*

توڙي هُيس ڪَچَ ۾ ڪڪيءَ جو ڪارو،
ڪينجهر ڪنارو، نوريءَ وبندي واسيو.

*

نوري ڪٿوري هئي توڙي اَڏيءَ اوٺَ،
جام تماچيءَ گهوٺَ چوندي ورتي چاهہ مان.

*

گذري ڪَتنِي ناهرِي مٿان آيو پوهُ
راٺا ايڏو ڏوهہُ! مومل سوچي ماٺِ ۾.

*

نيٺ تہ ايندو واهرو ڪاهيءَ مان ڪٽندو،
نيٺ تہ مون وٽندو سائو گاهہ پٽن تي.

*

هي جو چاهَت چت ۾ ان جو انت نہ مُور،
پوبون ناهي پوُر ڪَڏهن جيوَن ناوَ جو.

*

ڪيئي پيارا ناوَ وئي سگهان ڪينڪي،
هُرن اندر هانوَ ڪُرن مون ۾ ڪيترو!

*

هُئي بيٺي پاڻ تي اچا اڏوري،
ڪالهہ اُها پوري آنءُ ڪئي هئي روس ۾.

*

هو جا آئي گارگِي ڪاريءَ گجَر جيئن،
سا مون ڪارڻ ڪِيئَن ڪَپي وئي پاڻ کي!

*

ڇانگا مانگا ۾ هُن سان لتا ڏينهڙا،
جڻ ڪنهن ڇايا ۾ گذري ويئون ڪي گهڙيون.

*

۽ هو جيڪا ماٺ، ٻاڦ نہ ٻاقي ٻاهران،
تورڙي ڪانئون ڪاٺ ساهہ انهيءَ سان سنگهرين.

*

ڇُڙئي.پاٽيءَ ۾، توسان روح رچنديون،
عمر وهاٽيءَ ۾ ڇا ڇا مون آ سارِيو؟

*

ڪيڏيءَ شدت سان وري مون اچ ياد پيون،
منوءَ ڪيئن سَڳيون ڇوڙي پَئي بَڌيون. *

*

ڪاڏي هلينءَ ڪامٽي، تون پائي پَنڙا؟
ڪيسين هي ڪَنڙا لوڏيندا تَن لوءِ ۾!

---

* مَنو: مصنف جي ڪلاس فيلو، ماضيءَ جو هڪ واقعو.

*

تنهنجي چاهَ چُرون، ڪَيون پنهنجي ساهَ ۾،
ڪهڙي طرف سُرون، چئني طرفين تون هئينءَ.

*

ماضيءَ جهڙي اي ڪَوي ميڙي چوندي ناهه
جيڪي چاهين چاهِ سار- ٽجوڙيون ڪيتريون.

*

مُسرت جا ڏينهڙا ڪڪر ڪتيءَ جا،
پاچا بتيءَ جا ڪاري ڪارونيار ۾.

*

ٿتي نگر راتڙي پوريءَ ماجر ساڻُ، *
پانيان پنهنجو پاڻُ آهه تماچي تڙ- ڏٽي.

*

اَلا هڪ گهڙي ملِي ڪسيئهِ سپ جمار،
مون سان تنهنجي تارَ ڳنڍي رهي ڳجهه ۾.

*

صدين جي سيلاب ۾ ڏنو هوندوسانءَ،
اِيئَن لڳي ٿو پانءِ پل لئه ڪٿ آهين ملي!

*

آهي ڪنهن ڪنهن روپ ۾ چنبيليءَ- خوشبوُ
اڳ بہ آهي توُ واسيو منهنجي وات کي.

* مصنف جي ماضيءَ جي هڪ واردات.

*

جيئن نيري چانهہ لڳي شفق رنگ ۾،
ايئين ئي تون آنهہ سيني منهنجي سانوري.

*

تو ڪئن لڏو اوچتو پُلي منهنجو ياڻُ،
سانورڙِي تو ساڻُ منهنجو من اڙجي ويو.

*

عينڪ لاهہ نہ مان ڏسان تنهنجي چهري کي،
چڳيءَ پَر پرکي توکي مُنهنجي عاشقي.

*

اکيون اکين ساڻ ڳالهائن ٿيون ڳجهہ ۾،
آچي پنهنجو پاڻ آهن جڻ آسائتيون.

*

سانورڙي توساڻ آ منهنجي سڪ ائين،
ٿئي شام جئين سانجهيءَ جي آڪاس ۾.

*

توڏي ٿَڪُ نہ ٿَڪُ، پير نہ مون ساهيا ڪٿي،
مون کي سارو لَڪ پَٽُ پٽنهير تي لڳو.

*

تون ئي نانهہ اَنانهہ ۾ تون ئي منهنجي آنهہ
جيئين ڪائي سانهہ اوچي اُڏري واءُ ۾.

*

پاريھر جھڙا پرين ٻيھر اُڏري آءُ!
تنهنجو لونءَ لڱاءُ مون ۾ ٻَر ٻَر ٿو ٻُري.

*

ڪِن ڪِن جي لئہ پيا سڪَ وچان ليئا
ڌھر ۾ ڏيِئا يا تارا آڪاس ۾.

*

پوئين دم ديدار لئہ ڪيڏو من وِسڪي،
گوڏن ڀر گِسڪي، جيءُ جڏو تو پار ڏي.

*

مون کي چاڙھي چيئَن تون پو ٿو پڇين ڪيئن؟ *
"توسان ٿيندو هيئن ايءُ بہ تو ڄاتو هيو؟"

*

هوءَ جا نِنائين آئي منھنجي راھہ ۾،
انھيءَ سدائين چاڙھيو مون کي چيئَن تي.

*

هيل تہ ڏکڻ زور سان لڳي ٿو ڏاڍو،
مون من تو ڪاڍو، ساري توکي سپرين.

*

پڃري ۾ قاتِي هئي منھنجي هڪ مئنا،
ڪيڏا ٻي چئنا اُن بہ ڏنم ڏينھڙا.

---

* چيئَن: ڦاهي.

*

تو بن جيئڻ– ڏنڊ، ٻري ٻريان ڪيترو،
تون جا منهنجو چنڊ آهين آڌيءَ رات ۾.

*

تنهائيءَ ۾ تون چمڪين ٻَئي چنڊ جان،
توسان منهنجِي مون جڻ ڇوليون درياهه جون.

*

باد– صبا ۾، آ تنهنجي خوشبو ٻرين،
مان توکي ڇا ۾ ڏکي ڏکيان لوڪ کان؟

*

پاڻ تہ وئين ڦهلجي، منهنجو کهڙو ڏوهه،
تو ۾ مُنهنجو موهه، ڪيسين گهاري گيتَ ۾.

*

تنهنجا تيل ڦليل ۾ ڦـُلن جا جـوُڙا،
راتيـون راسـوُڙا ڇمر ڇمر سارا ڏينهڙا.

*

تو جنهن تورَ تَلور جي ٻيهر ايندينءَ تون،
ويجهي ٿيندينءَ تون منهنجي تورئي ڪيت ۾.

*

ماهي مکڻ جيئَن تنهنجا ڳل منهنجا ٻرين،
ٻيو مان ڪيان ڪيئن، ڳُڻ تنهنجي جي ڳالهڙي.

*

ڪهڙي ياوَ مکڻ، تنهنجا ڳُلَ ڏسي پڇيو
"تنهنجو هر لُڪڻُ، لک لهي ٿو نينگري."

*

چوريءَ چهرو باھ تي مکڻُ جئن ماڻيءَ
وڏائين ٻاتيءَ ٻَلِي سوئي پاند ۾.

*

هي جا ڏوڏيءَ ڏيءَ آهي اچني ڪير جئن
اک ڏسي آڏيءَ مينهن ڏهي ٿي واڙ ۾.

*

ايندينءَ منهنجي در وري ماڻيُن ڏيندينءَ ڪيرُ
تنهنجين اکين نيرِ، رُڪِي رُڪندو ڪينڪي.

*

ڇاٽين پئي ٻيرَ، پرين پئي ٽوڪري،
چئُہ تون آهين ڪيرَ؟ ايڏو تون ڇو ٿي وٽين!

*

ٻهراڙيءَ جي نينگري ڏسي ٿي ڪونجون
سوچي ڪيسنين مون، نِيرَ هوندا نينهَن تي!

*

هو جو تنهنجي دَرِ آهي نم جي ڇانوَ جئن،
ڪعبي ڪاشيءَ ڪَرِ مورُ نہ تنهن لئہ پنڌڙا.

*

مَلين پٽي ميٽ ۾ جٽن ليمي جا پَن
توکي ڏسي مَن ريٽيون ساريون ڪامٽيون.

*

چندڀ وڏائون پاڪڙي هڪڙي پاسي ڏي
ٻي پاسي توکي جيئن نہ نِوي پاڪڙو.

*

چوريءَ ڳالھيون ساھ ۾ جڻ تي آيون وِجُ
”چاتيءَ ايئن نہ ڇِج ٻاھر سِيرون سيءَ جون.“

*

سَوَڙ سوڙهي ڪانہ آ، اوري آءُ سُري
ڪيڏي ناھ لُري لانديءَ سنهيون ڪانيون!

*

آلا ٿوئا راتڙيون ڏک نسورا ڏينهَن،
اَمڙ، مونکي نينهَن، چا لئہ ڇيڇاڙيو اِئين؟

*

چوري ڪجھہ تہ چئي پَئي اکيون ڪري هيٺ،
آهي ھن جو نيٺ پَتو پيو پيءُ ڪي.

*

چوري چتِي رات چوريءَ ٿپي ڪُڏ تان،
آهي عورت ذات هيريءَ سنديءَ هير سانِ.

*

ڪيئن وساري اڄ ڀلا پنھنجيءَ پياريءَ کي،
ڪارو ڪاريءَ ڏي، چنڊ ڇڪي تو چيٽ جو.

*

ڪَڪن جي پٽرِي ڏنل آڏيءَ اک ڏسي،
ڇورِي ڇوريءَ کي، سامائِي آ نينگري.

*

ڏِسي پَتـر مان، پوتيءَ ڍَڪي انگڙا،
ھوُ جو لڙٽن سان آھہ نئون پاڙيسري.

*

اَملھہ آتڻ تي کَھِي، آيو آ مون ڪاڻ،
گھاتو اَمُل آڻِ، بيٺو آنھہ بجير ڇو؟

*

لائِي، پڳڙا، ريوڙيون ٿيئي ھن جي پاندِ
۾ ڪيڏي هيڪاند آهي پِپر پاڙ ۾.

*

ڀھراڙيءَ جي نينگري ولوڙي چاڏِي،
ڪري اک آڏي، ڏسي پئي ڏيہر کي.

*

ڏھندي مينھن ڏِسي پيو توڏي ڏوجھارو
ڪيڏو لشڪارو، ڇوري تنھنجا ڏرگلا. *

* لشڪارو (پنجابي): چمڪ. * ڏرگلا: ڪنن جا زيور.

*

سڪيءَ بئنسر سون جي ڌهرِي دل چِڪي
ڪٿي اڪ ٽِڪي جهالر ٿي جهلڪا ڪري.

*

جيئين چُميون نار جون تيئين ڪيسو ڦُل
ڪيڏا ڪيا هُل آلن اُتر واءُ ۾.

*

جيئين ٻه قيدي وَجن هڪ هجي زنجير
آهي تيئن اُڪيرَ تنهنجي منهنجي ڳالهڙيءَ.

*

جهُري جاڙ ڪَري جڏهن، جوڀَنُ توسان مُنڌَ،
تنهنجي آنءُ سُڳنڌَ هونُدس آدجڳاد ۾!

*

توسان منهنجو پيارُ، جيئين ماڪ گُلاب تي،
هي سارو سنسارُ خوشبوءَ سان واسي وَيو.

*

مون ۾ اڪيون ڪيتريون تُنهنجون اڪيون ٿيون!
ساريون سَڪيون ٿيون، گڏ جمنا ۾ جيءَ جي!

*

آنءُ نه سوچان ٿو پيو، تون مون لئه آن ڪيرَ؟
آندي آهه اَوير، جنهن هئن رُت رابيل جي!

*

تنهنجي مُنهن جو موتيو، من ۾ اُترَ هيرَ!
جيءَ پئي چو جهير؟ اُن کي مرجهايل ڏسي؟

*

تنهنجي منهنجي عاشقيِ آهي لوڙهي جئن،
پر دنيا کي ڪِئن مان اُن کان ٻاهر رکان؟

*

وبندي جڻ تہ وڄين پئي تنهنجو پنڌ ڪُماچ،
نيلوفر جو ناچُ جيئــين اُتــر واءُ ۾.

*

هوءَ جَا لچي سور سان اُن سان لچان آنءُ
آهي منهنجو هانءُ ڳويا هن جي ڳود ۾.

*

متان ڪَهارو ڏوليءَ کي لوڏو اَچي!
اڄ هن جو سارو ساهہ پيو پيڪي وڃي.

*

ٻڙن ٽا ڪوُنپل تو ۾ هَٿ- ڇهاوَ سان،
ڏرتي جيئن ڪرِبَل ڪيڏو ناهين ڪامڻي!

*

اَڄ بہ مون ۾ ٽيون وڄن جڻ ٽِي سارنگيون،
ڪلهہ جي نارنگيون توتان آنءُ چني وتيون.



*

ھي جو آھي ٻارڙو، تُنھنجي نشاني،
آمرتا جاني آھہ اسان جي پيار جي.

*

ھي جا ڳنڍِ اُڪنڊ جي، اجائي ناھي،
مون توکي چاھي پاتو سڀ سنسار کي.

*

تاريون سلھاڙيون جيئن گھاٽي جھنگ ۾،
تئن تو مون لاڙيون ٻانھون ھڪبئي ڪنڌ ۾.

*

ڏسُ ھي ٽنڊريل تاريون وسي پيو مينھن، *
مون ۾ منھنجو نينھن آھي ايئن ڪڙي پيو!

*

ڪيڏا اُترڙو، ڪَڪا پن ڇاڻي پيو،
ڪيڏو نہ ڪَرڙو، ٻھراڙيءَ ۾ وائُرو!

*

ھي ڏس اوچو پَڙُ، ڦان تي ڪِريو اوچتو،
وسري ويندو وَڙُ جو ھن ڌرتيءَ سان ڪيو.

*

امڙ جھوٽو تِي ڏئي پينگھو لُڏي ٿو،
اُن ۾ ڪڏي ٿو ابھم پائي ٻاڻبڙا.

* ٽنڊريل تاريون: گُلن ۽ پنن جون ڳتيل تاريون.

*

پُرت پَڏائين پِگنڍ، هڪڙي پاسي چيلهہ تي،
ڪيڏي اَت اُڪنڍ، ٻي پاسي سان ٻارڙو.

*

هي جو اَمڙ پيارُ، آهي پنهنجي ٻار سان،
ڄڻ سارو سنسار، آ اُن جي آغوش ۾.

*

توتَڙ ڪيئن ڪڍِي ڏارو اِيئَين ئي چگّو،
سيني ڪي تِپي ڏِي تورو نَڪر ٿانوَ ۾.

*

آڪيري ۾ آ سُتل، هي جو ڊانديئڙو،
ڪهڙو اوسيئڙو آهي اُن جي ننڊ ۾؟

*

پڪي خواب لهن ساري وطن ٽاريون،
ڪاريءَ رات ڪَهن اونداهي آڪاس ۾.

*

ائين پِٽ جي ٻَاتَ تي بينو آهي ڪيرُ،
ڪهڙو مُڙس مٿير، ساري ڪارونيار ڪان.

*

ٻُنڊو ڏئي واڙ ڪي ستو گهر ريڊارُ،
بگهڙ ڪيو وارُ چاندوڪيءَ ۾ چنڊ جي.

*

وبنڊي ڪُتي پونگڙو اُنهيءَ جي لَڪ لَڪ! *
منان ٿئين ڪَڪ! ٻوٽي رک ڪتاب کي.

*

تِڙڪو نانهہ تلاءَ ۾ نہ ڪو پِرسان وڻُ،
نَہ ڪو ڪَنڌِيءَ ڏڻ، نيرو پاڻي ماٺ ۾.

*

ڇَجَ، اِها ڇَڙَ ڇَنڊَ، ڪيسين اُتر واءُ ۾،
اَمڙ! تنهنجي جَنڊ آهي اوسيئڙو گهٽو.

*

هو جو اولهہ ڪان اچي پيو لاڙِي مينهن،
اُنهيءَ اُجلو ڏينهن ڪيڏو ڏنڊلائي ڇڏيو.

*

چونڊي ڪَتيءَ جا ڇيڙ نينگرڙي وئي گهر
اُٿي، اَمڙ تَر! ڪجهہ تہ ڪائون مينهن ۾.

*

اونهاري جي تِرورن پَر ڪري پالا،
ماٺهن ميجالا سيرون ڪَيا سِج سان.

*

وسڪاري پاڻيءَ ڏهرن ۾ تويا پربا،
جن تي وهاڻيءَ، ٻَرن پيا ڏيئڙا.

---

* وينڊِو ڪُتو: ڪُتي جو هڪ قسم.

*

آهِليون، اُپ ڪَپربون پٽون دور وڃن،
افق منجهه ٻُڏن چڻ سنجها جي سمنڊ ۾.

*

ڏڪڻ اولهه جي هوا، اڏامي وارِي،
ٿي ڪامي واري ڪيڏِيءَ ٽپٽ لَڪ ۾!

*

ڪائُڙَ ساربون وِيَروُن وهن ٿيون تمتار،
هن پيري وسڪار ٿر ڪي ورسائي ڇڏيو.

*

رس چوُسي ٿي نينگري جوئر ڪاني جي،
ڪانگڙ ٿي جهِرڪِي، پيئي ڏسي ربس سان.

*

هي پاندي ۾ پَٽُ، اڳيان بڪيا ٻارڙا،
ڪيئي ڏينهن اُستُ* جيڪي ڪائي ٿيا ڪٽا.

*

هي ڪُڙميءَ ڪوڏر جنهن جي دل بيهجي وئي،
سوچي سوچي گهَرِ هن جي سُڌِ رسائيو.

*

مٿان ڪڪن جهوپڙو، جهرڪيءَ آڪيرو،
ڏرتيءَ تي ميرو، پيو آهي اوڊٽو.

---

* اُست: اُنٽڙيءَ جو ڪير.

*

ڪپھہ جا ڏينو، ڏسِي پيو پوک ۾،
اڃا تہ پينو، جڏھن ٻِڌي ڳِنڙيون!

*

* ڪَڪَن ڏَروُن اونھيون متان ھٿ وجھين!
يا تن لتاڙين، پانڌي پنھنجي پنڌ ۾.

*

ڇبيءَ ۾ ڇالاءِ تانگر وڏءِ نينگري،
ڪيڏو سيءُ ھواءِ پاٽيءَ ڇندو ڪينڪي!

*

ھو ڪينجھر ۾ ڪانگٽيون وينل پاڇل تي،
ڪيئن نہ سِڄ- ٻُڏي ڪارنھن منجھہ سمائيون.

*

ڪڪن ڇبيءَ ۾ رکيل ھي تازا زيتون،
وِلهِي ٻارَ جنوُنَ، وَنھئي لڳن ڪينئرا.

*

مائِي مربڙو پَٽي آئي جهولَ ۾،
گھرَ ۾ اوسيئڙو، ابھم سپ آسائتا.

*

وليون ٻوٽا ڪيترا، ھڪ سرنگھوءَ وڻ،
برسي ٿَو سانوڻ، پرسان لانڍين جي مٿان.

* ڪَڪَن: ناڪَن.

*

هوڙيا ٿا ٻوليِن ٻولي ٻائـر پـارجي،
جنهن کي ٿا ڳوليِن تنهنجا ڪائڙ جهوپڙا.

*

ڪينجهر مٿان چنڊ ۽ ڪپر تي چاربون،
جن هينان ڪاربون، ڇڏي وبون ماگربون.

*

گاڏي پئِي ڪڙب جي وجِي رسنِي تي،
ڏس تہ ڪيئَن ڇِڪي، چوُسن ڳنا ٻارڙا.

*

ڏؤنرو وِلوڙي، مکڻ چاڏيءَ ۾ ڇڏي،
در ڏي ٿـي ڊوڙي، آيـو آنـوادا ڏئِـي.

*

پاٿيجيءَ ۾ پيڻ جڻ پيو آنءُ ڏسان،
ڇئجي ڪيئن ڪٿان، شروع ٿيو سلسلو.

*

رڙيون ۽ ربهاتَ دادي پرتي رَب کي،
نہ جاٿان هن جاتَ کُتِي کهڙيءَ جاءِ تي.

*

پيري پاسيري رکِي مان تو من– مانديءَ
پنهنجي سيرانديءَ هَٿ سَهلايو هَٿ سان.

*

مِيان وِيجَ! ٻُڪن جهوريو منهنجي جيءَ کي،
اٿــنـدي هَـڏ ڏکــن ننڊ نہ اچي رات جـو.

*

ڏس! هو سُڪو وَڻُ، جنهن ۾ ڳوَنج ڦٿي پيا،
چــو تـوڪـي اڻ تـڻ، هيٺـو هانـيءَ کي ڏسي.

*

ٿورو پرِيان تي اچي پورُبن جي پٽڪار،
ڏس هـو ڏنورن ڏار، نمـن پيـا واءُ ۾.

*

متان آکيرو، ڍانديئڙي جـو ڍاهـئـين!
نيٺ تہ رُت ڦيرو ڪـائـي ۽ مـوٽـي اَچي!

*

تون جئن نيري چانهہ، ڪنڌيءَ تي ڪائي ڳهڙِي،
يا اُڏري جئن سانهہ چاچر ۾ چيرون هِٽي.

*

ڏڪـڻ اولـهہ جـي هـوا اڏارِي وارِي،
ٻـهـڙو پاٽيـارِي، پوءِ بہ گهـر پهچي ويا.

*

آڪ، ٿوهر ۽ ٻاگيون، ارٽي ۽ ڳگراڻ،
سيئـي مينهـنِ ڪاڻ، ڏسـن پيا اُڀ ڏي.

*

ڏٽي ناهي، ڏٺَ وجن ٿا گوڏول ۾،
سامهون سُڪا وَڻَ اُفق تائين روشني.

*

گهرڙا، رستو وائڙو، واريءَ تي ڪُتو
نيٺ وڃي ڪُتو، ڏَپ وتائين ڊوندِ جي.

*

ڪيڏي چپ چپات آ، ناهي ڪو انسان،
آ رستو ويران، گهرڙا بند، بہ بارڙا.

*

سارو گهر پان پان ڪري هيڪلڙيون پيئر،
جن مان ونيءَ وَر رات مري ويو ماٺ ۾.

*

ڪنڌيءَ ڪيئي جهوپڙا ڊونديون هيٺ تَرن،
پيڙين منجهہ گهَرن دُکي پئي باهڙي.

*

هي واريءَ لس ليٽ ۾ وچ ۾ ترائي،
ڪئن ڳلي آئي اُن جي هرٽي اُڃ ۾.

*

طنبيلو، گهوڙو، جنهن جي سَئس سَماءَ ۾،
ٻُڏي نہ ٻوڙو، هيڪل جي هٽڪار ڪي.

*

آڏا ڏونگر، پُئن گھٽي اُڏِري ٿڪِي ڪونج،
رِڳو ھن جي گونج رھندي ھن سنسار ۾.

*

ڦَڱُڻ ڦوڪِڻَ ڦُلاريا نَگر تي نائُو،
نيگر ھٿ پائُو ڇا نه سُريلي جندڙي!

*

ھنج اڳي جئن ھنجرون ڪينجھر لاءِ اچن،
ڇا ڪو آھه وچن جيڪو تن کي ٿو ڇڪي؟

*

پوڙھو مُڙسالو پيو، وجي بنيءَ ۾،
آيو وَنيءَ ۾ 'وبنِس ڇو ونھواھ ۾؟'

*

ڇوڪر جھلي ڇيلڙي ڪوسي ڪئي ڪَڇَ،
تَنهنجي پُنيءَ اڇ ٿهڪِي ھن جي ھٿ سان.

*

جھوپِي جانيي ڪيت ۾، رَڙو رَڙ آئي،
ڪنھن کي ھي دائي ڇٽائي وئي بارڙو؟

*

ھي جو ھَر ڪاھيلُ پريان ڪَنديِن اوٿ کُٿي
اُتي ٻني تي، مرندو ھو ويڙھاند ۾.

*

رَنـدا روڙن زائـفـان، پـريـان مُـڙسالـو،
پھتا ئي نہ اجان، ھر ڪنھن وَرُ پنھنجو ڏِنو.

*

مڙس تہ دانگوڙو، وَني سوني جي ڏَلِي
پيجان ڪئن ڪوڙو، مان تن جي تقدير جو؟

*

ٻھڪي پئي نينگري پينگھي پُٺَ لُڏن،
جن کي دعائون ڪَن آيون وَيون وانڍ ۾.

*

ٻھڪي پئي نينگري در تي دُھل وڄن،
آنـدو دھـلاربـن اوڙي پـاڙي سـاڙَ ۾.

*

ڪڏھن ڪڏھن ڏيئڙيون امڙ سان اورِين،
تُـراڙي تـوريِـن پـنـھـنـجا سـارا ڏکـڙا.

*

ڪاڏي نئي تِي پَئِي ڳاڏيي گُجَر کي؟
ساربنديِ گھَر کي جو ڳوڙھا ڳاڙي پئي!

*

جوُاني جھوٽو، گھڙيءَ ۾ گذري وئي،
بـاربـنـدي ٻـوٽـو رَمـي وئـي راتـڙي.

*

ڪڏهن گُل گُلاب جا ڪڏهن پَنبيون واءُ،
ڏل تي چوي 'آءُ' هيرون هرڪائن پيون.

*

اکيون اوهيڙا ڪري وبڙهي منجهه وَسن،
چا چا تا نه چَڏن، ماڻهو سَفَر سانگ ۾!

*

تِتر ڪرڙي اُپَ ۾ هينان هي هالارُ،
ڪيڏو توتي پيارُ، آيو مونکي جندڙي.

*

پکين گهُمرا واءُ ۾ ائين جيئين تون،
نِوڙي هيٺ لنون پاٽيءَ منجهه پُسائين.

*

هي جي ننڍڙا پارڙا ڪوهَر ڪائن تا،
توکي ڳائن مُرڪي پنهنجي ماٺ ۾.

*

چنڊا آچن تا چُلڪا تِي بيڙي ڪري،
پَلا نچن تا ٻني تورو پاهران. *

*

پنهنجي رِڍَ ڌُهي وتو رکي ڪير جو،
پيو مڙس دِهي ڪيڏا هٺي هڏڙا!

---

* پَنو: سنڌ جي هڪ شهر جو نالو.

*

مٺان ڪچي انبڙي ڏوٽي توڪي واءُ،
توڪي تنهنجي ماءُ ڪنهن جي لاءِ جڻي وئي؟

*

انگل آرا پار جا اهڙي ٻي ڪا شيءِ،
عُمرِ! اڄ مون لئہ ڪيڏيون آنديون سوکڙيون.

*

ڪجاوي ۾ ڪامڻيءِ چنڊ ٻہ ڏوليءَ سيئن،
آهي چاچيءَ ڄيئن هُن سان هُن جي وات ۾.

*

ڪيتجهر ڪتليءَ اوڏڙا هَنجر ڪُرڪُر ڪن،
ڇو اٿن منهنجي مَنِ ڀيا ولوڙا اوچتو؟

*

پکين ڦڙڪون واءُ ۾ ڊوري ۾ پاڇا،
ايهوِ، ٻيو ڇا ڇا ڪنهن پل ۾ پيهي وَيو!

*

لسيءَ چؤنرِي ڪَڇَ تي، اڳيان ڇَوُڙن پوڪَ،
گهر وارِيءَ کي اوڪَ، گهوٽُ لٽي ٿو کيت ۾.

*

ولر گهُمرا ڏيِن جهُڙالي آڪاس ۾،
ٻوندون ٽپ ٽپ ٽيِن پرڙن مَٿ اڏامر ۾.

*

جَر- ڪاوا جرڪن چاندوڪيءَ ۾ چيٽ جي،
ڪنڌيءَ سَر سَر ڪن ٻوڙا پيا واءُ ۾.

*

متان سارس مارِئِين ٻاهر ٻنيءَ ۾،
جنهن جِي ونيءَ ۾ واءُ ڪنديربا ڪنيڙا.

*

هٿ وڏو نينگر توڙي ڳاڏيءَ ڏورٿيءَ،
سارو رستو پَر جهولي پيو پينگهه جئن.

*

هوُ جا پيرِ بهار ۾ مالهيءَ تي ڇاتڍيِ
اُن هيٺان لانديِ اُترڙو اوتون ڪري!

*

شاديءَ ڪان پو نينگريءَ ڇا آهي ڇيڻي،
ڪٿولي وينِي اڱڻ ۾ اوري پئي.

*

هي جو ڪُٽڪو ٻار جو بيماريءَ آيو،
دنيا ٻيءَ آيو جاڏي هن جو پيرڙو.

*

لوُلِي نينگر چيلهه تي گهڙو رڪائي،
سُر ۾ سمائي، پنهنجي اڱهائِي هَلِي.

*

اچڙِي چِڙِي تِي اُجري ڪَري پاڻ جنئن،
منجهند لڙِي تي، آيون سيڪي اَن جا.

*

ٻار وهاري هنج ۾ ڏَئِي ڪيڏوڻو،
پکيءَ کي چوڻو ڪارائي تي مائِڙي.

*

ڏئي ابهمَ لَولڙي نري پئي ماءُ،
جيئين ڏکڻ واءُ، هيرون آٽي هنج ۾.

*

هي جا چانهڪ، سانوڙي انهيءَ مان نينگر،
وجي پيئي گهر، گِهڙو ڪٽي ڪَڇ ۾.

*

چِٽَ تہ هئي چيٽ ۾ پر هاڻي ويساڪُ
آهي جيءُ هلاڪ، ايڏو اُس چيي پئي.

*

چڻ کي سانجهيءَ ڏيک ۾ آهن وچونءَ ڏنگَ
مينهون چڙا چنگَ، وڃن پيا وات تي.

*

سنگهڙ ڪري ٿيون اڇن مينهوُن ڍنڍ منجهان
نينگرڙو تن سان موٽي پيو ماڳ ڏي.

---

* چانهڪ ۽ سانوڙي: گاهہ جا قسم جي اُتر ۾ مينهن کانپوءِ ٿيندا آهن.
** سنگهڙ ڪرڻ: مينهن جو هڪٻئي پنيان اچڻ.

*

ڪيچڙ واريءَ چِڪ مان پاڻيءَ جو چيڪو،
ڪَلِ منجهان ٽپڪو، ڇو هيءَ وچ چرڪي پئي؟

*

پريان پريان اُڀ ۾ڏس هوءُ هرڻ ڪڏيون،
ڪيڏو دُور ڪُڏيون راسيون، مُنيون، ڪَڏرون!

*

هيڙها، تاريون توت جون چِڙيون چُهه چُهه ڪن،
ساروُن روز اچن بيگاريءَ تي باغ جون. *

*

جڏهن سرنهن گُل ڪيا وڏي ويو ويساهه،
آهي ساڳو چاهه منهنجو تو ۾ جندڙي.

*

اجا چنڊ آڪاس تي آهي ڪُجهه لُڙات،
پوءِ به نڪتَ لاتَ ٿوري تِمر تمر ٿي ڪري.

*

اُڏرن ٿيون ڪونجون آڏيءَ جو آڪاس ۾،
پر ڏرتيءَ تان تون تن ڪي ڏسندو ٿو رهين.

*

وَڻ ڪناري ڳهريا، سانجهي، بتيلو
ٻُري ٿو بيلو، پڪي موتيا ماڳ تي.

* بيگاري: شڪارپور جو هڪ واهه.

*

ڪنا سڀ پاتي گاڏين، ٻيلَ جُتن پيا،
ڪُتيندي چاتِي آهن لـڏ پلاڻ ۾.

*

ڇوڪر آکيءَ ماءُ سان چمنيءَ جو دونهون،
ٿئي ٿو سونهون آرهڙ جي آڪاس جو.

*

تئيءَ منجهہ تَري پيو ڪيرُ اِهي گهيچا،
نيڻ نہ تنهن نيچا اُتَر باهہ، اُماڙيون.

*

چڙيون ڪيت چڳي ويون هاٿي هٿ نہ هڻ،
باقي داٽا ڪڻ جي تن ڪان رهجي ويا.

*

چٽي گُل گلاب جي چيو اي خوشبو،
مون پانيو ٿي تو، سدا منهنجي ساٿ آن!

*

خوشبوءَ پر آهنَ مگر گلابن پاڙون،
اِنهن ڪي جاڙون سَهٽيون آهن سيءَ جون.

*

دنيا ساري ڏوڙِ چو ٿو ڏوڙ ڪَني ڪرين،
چو تون ايڏي ڪوڙَ آهين ائن ڪاهي پيو؟

*

هي جو تنهنجي جيب ۾ غيب پريل آهي،
جيب پريل آهي، اڻ ڇاتل امڪان سان.

*

ڦِر نہ لاٿونءَ جيئن تون ڪڏهن ڏور بہ ڏس،
جيڏا توکي جِسُ جي تون هَٿُ ڏسي وٺين.

*

اهو ممڪن ئي نہ آ کوڙي هو موُنو،
ڏِکَي جو ٿونو، هَتِي هَتِي ڪينڪي.

ڪارو پاڻي تَر وٺي مِٺو بيهي مَتِ،
ماڻهوءَ جو مُلهہ ڪَٿِ هن جو ڳالهائڻ ڏسي.

*

اکين بدران ٽا لڳن هڏن جا کوپا،
ماڻهو يا پوپا، وجن پيا وات تي.

*

ڏسِي ڏائيءَ اک سان واٽئي وَٺيءَ مَپ
چوي پئي، "لپَ، اَجان آهي پَوِڻي"

*

هِليون چيچڙن تي جٿين ڏين لامارا،
هَت ماڻهو سارا دولت ائن ڦاسائِيا.

*

ڪيڏن نوتن جي ٿَهي تنهنجي ڪيسي ۾،
ميان تِيسي ۾، وساريو ٿي ماٺهپو.

*

پوڪي ڪانديرا چاهين پَٽ ڪنوار ڪي،
ميان من ميرا سيڪجهہ آڏو ٿو اچي.

*

اَڪُ بہ آهي ڪوهہ تي سائو ۽ گهاٽو،
ايڏِي وِهہ آ ڇو، هي جو منهنجو سنگتي؟

*

هن دنيا ۾ دوستيءَ تي جي ياڙبندين،
ٻُوڙها ڳاڙبندين تڏا ساهہ پري ڪري.

*

الله! هي انسان جي ظالم ۽ جاهل،
مون ڪي آئي ڪِل انهن ڪي اشرف چئي.

*

ڪوڙُ اٿي ڪوراڙِ جئن وڪوڙي ويندءُ،
نہ چاٿان نيندءِ ڪهڙي آوهہ ۾ ميان!

*

بي قدرن ڪي ڀُلَ جو جيسين ٿي احساس،
تيسين منهنجو سواس رهندو ڪونہ سرير ۾.

*

دانشور دھڪن تنھنجي ڪوتا ڪي ٻڌي،
توھہ وليوڻ ٿھڪن جئن اونھاري اُس ۾.

*

باقي جيئَڻ ڏينھڙا ھاٽي تنھنجي ڪَدِ،
مان ماٿھوءَ جا وَڍِ سَھِي سھان ڪِيترا.

*

متان ماٿھوءَ سان، گھٹو تين ھجائتو،
اڄڪلھہ ماٿھوءَ مان نڪري ويو آ ماٿھپو.

*

ايڏيون ڪَشِ نہ ڪوڙڪيون آڏي ٻہ واٽيون،
پکين ڪنيڙاٽيون پنجي اچن ڦٽڪنڌي.

*

چوڌاري لوسانتَ اُماڙيون آڪاس ۾،
ڦھلِي جَر جراتَ ڪنھن ھيءَ ڏني چوچڙي؟

*

ڪُني ۾ ڏوئي پرسان بکيا ٻارڙا،
پيٽي سيوئي ڪجھہ نہ رکي پاڻ لئہ.

*

ڪنھن جي ڪفن ڪي ڏنئہ ميان ڪي ڪيسا،
پئسا ڪندين ڇا؟ پئساَ پئسا تو ڪرين.

*

سونجهي سوُنجهي مُنهَن، وَني ونجاڻ گهوٽ لئہ،
مـتـان تـوکـي نُـنهـَن، اِڳـتـي ڏولاوا ڏئـي.

*

سنـڌڙي تـون ائـن هيڪلي، جيئين راجستان،
پـر مـون سنڌ سمان هيڪل ڪـانـہ ڏنـي هُتي.

*

ياتين ٿي ڏنارَ سپ، سنڌڙي بگهڙ تون،
تڏهن ٿانهہ مٿئون پوٿي توتي ماس جي.

*

برقعي مان ٻاهر ڊگهو هَٿ ڪري بيبـي،
اچـا غـريـبـي، سـاڳـي آهــي ڏيـهہ ۾.

*

چڪري ويلڻ ساڻ هوءَ وِيلي پئي مانڙي،
آهي سنڌ سڀاجهڙي، صدين ڪان ساڳي اجان.

*

هي جي ٿانڊا چُلهہ ۾ انهن مٿان رَک،
هاڻي ٿيندي ڪَک، پيڙ ٻيا پڙڪاءِ ڪي.

*

ڪئن تون ننڍي ڪنڊ ۾ گل بچائي وئين،
تـوڙي ڏائي وئـين، تـوڙي ساڃـي سڌ تي.

*

پوڇاندي ويهي، لاهه نه پنهنجو ڏينهڙو،
پِٽ چوٽيءَ نيهي، ڏس ڳاڙهيءَ ڳاڙهاڻ کي.

*

مارڪس، فرائڊ، ڊارون ويهين صديءَ جي،
ڪيڏي ڪَنڌُ ڪسِي! ۽ پو سڀ ڪٺِ تي ويا!

*

ڪوڙو ڪُتو سنڌ جي نالي ۾ ڀَؤنڪي،
ڪوئي نه چَؤنڪي، هڏو هن جي وات ۾.

*

رني ڪوٽ جي پٽ تان ساندو ڏسي ٿو،
تاندو ڏسي ٿو ڪوئي آرهڙ اُڀ ۾.

*

مذهب توڙي قوم جو نالو ٻوڙيائون،
ٻاهيون ڏنائون ٻار ڪيائون ڪوڪلا.

*

ڏهاڙي ڪاري ڪالهه ويو هڙتال ۾،
ٻچا ٻُڪ ماري، چريو ڪنهنجي چُرچ تي.

*

هيءَ نه رڪنا باد، هيءَ ته آهي روهڙي،
پوءِ ٻه مون کي ياد اچ حافظ ڇو ٿو اچي؟

*

آنءُ ٿنيي سان ٽيڪ ۽ فتح پور سڪري،
ڪاڏي ويا نڪري هو جي مُهرا وقت جا.

*

گانڌيءَ رڙ ڪهڙي ڪئي جڏهن ڏُرڪي ويو؟
نہ ڪي ڪنهن جاتو ڇا ٿي سوچيو گاڌِسيءِ!

*

تولئہ لڏون، چورمون هُن لئہ رُڪو روٽ،
مان ٿو چوان موٽُ پنهنجي اِن انياءَ تان.

*

هوُ جي ڊِڳڙُ ٻارڙا ڳيا ڳيا ڪَن،
تن جا ٻوڙي ڏَن ڇا پاتئہِ منهنجا ڏٿي!

*

سنڌي پنجابي ڪڏهن ڪونہ ڏسي ٿي ٻوڏِ،
سيني ساڳي ڳوڏِ سيني ساڳو چولڙو.

*

ماٿهوءَ اندر ٻُڪ جا پيٽ ٿا پڙڪن،
متان هو ڪڙڪن رنيي ڪنهن راڪاس جان.

*

قُبي ڪڙولو سون جو ڏوران ڏسي ٿو،
پو مَن ڦسي ٿو، هيٺو ڏسي حال ڪي.

*

ڄَت هنيا جي زَت ٿي، مون تہ لڳي ويا طاق،
وڏيري اوطاق، ڳالهيون موڙا چمر جا.

*

سنڌ جو وڏو مرض آ ان جي ڪچهري،
منجهند، ٽپهري، سومهياڻي گذري وئي.

*

مون کي ماضي ئي وٽي، حال نہ مستقبل،
جنهن کي ڪوئي حل آهي نہ حالات جو.

*

چوڪنڊيءَ چوڌار ٿي چنڊ ڏنو ڦيرو،
هاري وڏيرو، چار سران ڪاشيءَ سنڌيون!

*

ٽپو ڏيندي لومڙي ڪوني مٿان، سوچ!
مُري موج نہ لوچ، تولئہ پيا پيي گهر گهٽا.

*

توکي آزادي ڏئي، هي جو ڍوڍو ساڳَ،
ءِ پهچائي ماڳَ اِن ڪان ڪجهہ ناهي پلو.

*

ڏس، هو اجرڪ جون پڳون ڪيڙيءَ ڪُرچيل پير،
ڪَهڙا مُڙس مٿير، جَن کُهاڙيون ڪَڇ ۾.

*

ھو جي نازي فوج سان ايڏيو وڙھيا ھا،
آخر انھن ڇا ايئين قربانيون ڏنيون؟

*

دنيا ستر سال ۾ ڪيڏو ڦِري وئي؟
ايڏو ڦِري وئي ناھي ست سؤ سال ۾.

*

گُھگھَہ ڪيا گرڙات رات لٿي آھي،
پوري ٿي آ جاتَ ماڳ لڳي ٿو ويجھڙو.

*

آھي جڳ- وسار تڪيءَ نديءَ وھڪ جئن،
ڪنھن ڪي ھن سنسار سدا ناھي ساريو.

*

ھي سارو سنسار آ سپني جو سپنو،
تو آھي سمجھيو، جنھن سپني ڪي ساڀيا.

*

ڇا سمجھيئہ ڪنھن سانُ ھو تنھنجو ھي ناتو.
ڳوڙھو ڳُجھہ پاتو، جنھن ۾ تو سنسار جو.

*

سچي ٿيٽي ناھہ سا، ڪوڙي ئي رھندي،
ڍھندي ۽ نھندي ڪايا ھِن سنسار جي.

*

تون بہ تہ پھريون لفظ هئين، وئين ڦھلندو،
اڳتي ٿھلندو هن ساري سنسار ۾.

*

چانُئہِ چاٽٺھارَ تو جو منھنجي چِت ۾،
تڏهن تو پيھارَ مونکي ڏني جندڙي.

*

پورو ڪرڻو آهہ مون اچا سو پيغام،
جيڪو سارو غام هڪبئي جي ويجهو ڪري.

*

مان ئي سارو دشت هان، مان ئي حُدي خوان،
هيِ منھنجو ايمان واڳون تنھنجي وس ۾.

*

منھنجي ننڊ ڦٽائئين ڇو ٿو ميان تون؟
ڇو ٿو ڏئين مون جاڳڻ جون ايڏيون گھڙيون؟

*

مان ئي شاهہ حسين هان مان ئي بلي شاهہ،
منھنجو سارو ساهہ توسان واڳيو ديسڙا.

*

دنيا طالب ڍوند جي ڪُتا ڦيريون ڪَن،
تيريون ميريون ڪن حصي تي هرڪي ڪري.

*

دنيا طالب ڊوندِ جي ڪيڙا ڪيڙا تَنُ،
مور نہ آهي مَنُ، جيڪو ٻُلي آکيو.

*

ڏئين تہ ڏاتار ٿين، ڏمرجين بہ تہ ڏي،
ويندين هِت ڇڏي سڀ ڪجهہ هن سنسار ۾.

*

جاڳن ساري رات جي ياڳن جَن نہ ننڊَ
تِن لئہ وڳا گهنڊ ڪونہ سُڄاتئہِ ڪاپڙي.

*

هي جو تنهنجو دٻدٻو هي جو لوڪَ- وڏاءُ،
نيٺ تہ مٽيءَ پاءُ مِٽيءَ سان مٽي ٿئي.

*

واري ذات ڪُذات کي پيار ڪَيان سڀ سان،
ڪبيرا، توکان پوءِ نہ آيو مون جيان!

*

نانڪ کان پو آنءُ آيو هان اسرار مان،
متان منهنجو نانءُ سمجهو گهٽ گرنٿ کان.

*

* ڪيرتَن وانگر کهڙي گونج هُئي اِها،
هيٺ ڪَنن وانگر بادل آيا باک جا.

* ڪيرتن: ڌرمي گيت.

*

رات شِوالي مان، جهانءِ بُڏي مون جهانجهہَ جي،
چيو هاڻ ميان، لڏجي جيڪر لوڪ مان.

*

ماڻهو سجاڻو، جي مون کي تاريخ مان،
پوريو نہ پاڻو، آنءُ اوهان لئہ جو آڏيو.

*

مان جو چوان ٿو ائين ڪنهن بہ نہ چاتو آ
ڪنهن بہ نہ پاتو آ ائين ڳجهيءَ ڳالهہ کي.

*

ميان ڳالهيون ڳجهہَ جون ڳُجهيون رهڻ ڏي،
تن کي ساهہُ سَلِي هوند نہ هيڪاندو ٿئي.

*

کهڙيون سليان آنءُ ڳاهوُن تنهنجون ڳالهڙيون!
پوءِ بہ پليان آنءُ پاڻ نہ ٿو اسرار ڪان.

*

هو جا لهروئي، وري ايندي ڪينڪي،
ڪنهن هي ڳالهہ چئي، آنءُ تہ موتيو آهيان.

*

هي جا گهڙي لهر جان وڃي نہ موٽي،
انهيءَ کي جوٽي جيڪر ڪنڌيءَ سان ڇڏين؟

*

سڀ ڪجھ تنهنجو روپ آ، تون جو آنھ اَروپ
توڙي آنھ الوپ جڻ ڪنهن شيءِ ۾ ڪونہ آن.

*

قادرِ مطلق تون، ڦهليِ وئين اوچتو،
۽ ڏيکاريئہِ مون ھي ليِلا سنسار جي.

*

اڳ ۾ رڳو ھڪُ ھيو پوءِ بہ رڳو ھِڪُ
وچ ۾ لِڪو لَڪُ آھي تنهن اسرار جي!

*

مون ڪي ڪنهن جي ڪاڻ آ جي تون پرچين مون،
منهنجو رڳو تون دنيا ڪوڙا آسرا.

*

ھاڻي شڪ يقين ڪان مٿي آھيان آنءُ،
ھر شيءِ تنهنجو ٿانءُ ٻُري پيو پوُجھ سان.

*

ميان، مٿان موت ڪان ڪڏھن گھٻرائين!
مٿان من لائين ھن جوني سنسار سان.

*

ڪيڏي ٻِگاڙھي اوتَ، بادل ڪَن ٿاٰ شام جو،
پري ڏکي موتَ، وِبجھو آءُ وجود جي.

*

چڪٺو آ، هر شخص کي اِن جو ذائقو، *
ايڏو ڏر آ ڇو، ميان توکي موت جو؟

*

ڳالهہ ٻُڌي تو موت جي، خارَ آڇي ٿي پَر
موتُ تہ پيغمبر سدا ساربندا هُيا.

*

ميَان سنئين راهہ تي ڪٿي تون ايندين،
تڏهن اوريندين جڏهن موت مٿان اچي!

*

آيو آهين موت، ترس تہ هلون ٿا ميان!
اڃا آهي اوتَ ٿوري منهنجي جام ۾.

*

هٿ مان ڪِري موت جي جام نہ آ ممڪن،
رِندو! پوئين ڪِن پيو اوتيندس اوت ڪي.

*

هرڪو هٿيڪو آهي گهڙيءَ موت جي،
ڪنهن جو ڪو نيڪو ناهي هن جهان ۾.

*

ڇا ڪو آهي، موت ٿو جنهن نہ ڇڏي رڙڪي،
سڀ تي ائين ڪڙڪي وڄ ڪري جڻن وَڻ تي.

* ڪُل نفساً ذائقة الموت.

*

چِڏيندءُ ڪنهن چاءِ تي مَتان پائين موت،
فاني هرڪو فوت اَوس ٿيندو اوچتو.

*

هتان ٽرون ٿا نيث تہ ٽٽڻي ساهہ سان،
نيث تہ مرون ٿا ، مٽيءَ سان مٽي ٿيون.

*

رات ڪُٽي ٿي ڏينهن ٽٽي، آئي آهہ پِرَهہ
اسين روز گرهہ، ٿيون پيا موت جا.

*

نہ ڪي ڪنهنجي هارِ آ نہ ڪي ڪنهنجي جيتَ،
موت ڏٺي ٿو ميتَ ٿهڪ انهن تي جي مُئا.

*

ڪنهن کي دهو موت جو اڳ ۾ پوي ٿو،
۽ هو چوي ٿو ڪيئي ڳوڙهيون ڳالهيون.

*

هي جا لات لُڙات آ، هي جا رَئيءَ رَءُ،
مونکي مور نہ پَوءُ مرڻو ناهي آدمي.

*

ڪٽان ٿو ڪوري ڪپي تنهنجا انگڙا،
هن جي ئي ٿوري تون چڻ وَڻ آنار جو.

*

ڪڏهن هي سوڙها، وَرَ وراڪا راهه ۾،
ڳاڙيندي ڳوڙها ملي وبندا پاڻ ۾؟

*

مَتو نه ڦيراءِ تون بيڙيءَ ٿمر تي،
پُڳيون نه پر تي ڪيئي پڌيون سير ۾.

*

جيڪو سپ چمار تو ڪيو اتيا چارُ،
اُن جو توکي بارُ، آهه گهڙيءَ ۾ لاهڻو.

*

پل جو پاڇائون آٿي، هي تيرو ميرو،
ڪنهنجو آڪيرو سدا لڌيو لامر تي؟

*

لڳ لاڳاپا لوڪ سان ساري لب لالچ،
روح نه تنهن سان رَچ ڪجهه به نه آهي جندڙي.

*

ڪڪن ترها ڪيترو سهارو ٿيندا؟
آخر ٻوڙيندا اڇي تکيءَ سير ۾.

*

پيسي سان تون مائني پئسو ئي سيڪجهه
ڪيئن پائيندين ڳجهه اونهي جي اسرار جو.

*

ڪنهن جي لاءِ ڪنا ڦَيئہِ ڏَنَ اهي ڏيرا،
ڇڏيئہِ جي پيرا وڏي ڪيپ ڪٽي وئين.

*

سَرايون ڇالئہ اڏين، ميان تون مهمان،
آهي ڇا انسان؟ رات رهي رمندو رهي.

*

ڇَنون پيجري ۾ پيو پولڙيون پولي،
ڪڏهن در ڪولي اُڏري ويندو اوچتو!

*

ڳانيون، ڳابا، واڙِ، ماٺهو، مانيءَ جي پنڊي،
پَئي پئي راڙِ ڇَپ ڇَپ جي آواز سان.

*

ڏاند نہ هَڻُ ائين ڏورٺو، متان ڳاڏيءَ ڪي،
ايئين ڊوڙائي اونڌي ٿئي اڌ تي!

*

سوچي پير وڏائجانءِ وهہ گهٽي واٽن
متان سپ ڪاٽن ڏرڙ نہ ڏسين وات تي!

*

وِهہُ گهٽو واٽن جيسين توڙ پُڄائئين،
ڪپر ٽا ڪاٽن ور ور ويندي ماڳ ڏي.

*

وجهي پير رڪاب ۾ گهوڙُيائين منزل،
پوءِ نہ وريس دِل، مُنهن موڙيائين ماڳ ڪان.

*

ڪاڏي ويو قافلو ائين ڇڏي باهرِ،
مَڇ اجهاڻو ناهہ چٽنگون ڪيڏيون واءُ ۾!

*

رات رهڻ ڏينديم اڄ محمل آهہ مَتي،
رِم جهم آهہ ڪَتي اَمل پيو اوتجي.

*

ميان! تون ڏاتارُ، متان هٿ ڊگهو ڪَرين،
تو وٽ پاراپارُ بئي دنيائون مُٺ ۾.

*

تو ڇا سمجهيو رزق جو آهيان مان محتاج،
منهنجو سارو ڪاج پاڻ پيو پورو ڪري.

*

توکي لڳي ڪانہ آ اجا لِهر لپاٽَ،
ڪُلندءِ نيٺ ڪپاٽ ڪنڌيءَ ويندين ڪيترو؟

*

ڪيئن پيو تو رِڃي ماٺهوئڙن ميلو،
شل نہ پڇي پيلو ترندي ترندي تار ۾!

*

ڪئن چِٽجي ھي ميز تي آ پوئين ماني،
آھن مھماني مڙئي جيئڻ ڏينھڙا.

*

ڪوڙي ڪھاڻي جونا جوين ڏينھڙا،
ماڻي نہ ماڻي ڳالھہ مڙبوئي ھڪڙي.

*

اڪيلو ايندين ميان، اڪيلو ويندين،
ڪشتيءَ ۾ نيندين ڪوبہ مسافر ڪينڪي.

*

ويا وڇڙي ھارَ، روڪي روڪيا ڪينڪي،
روئي روئي يارَ سھمي ويا سانت ۾.

*

سارون ئي سارون، اڪٽ مون وَٽ سانت ۾،
ھي ڪنھنجون ڪارون، ڪير ڪَري تو سَڏڙا.

*

اڏ ۾ ڪير ڪتاب ڇڏي ويو اوچتو،
رُنو ڇڻ تہ رباب، اُن جي تارَ ٽٽي پئي!

*

چانگون ڪري رات، وڳر ويا پار ڏي،
مونکي ڪي ڏيئي مات، جر ۾ ڇڏي جيئرو.

*

ڪالهہ ٻڌو مون ڪُنڊ ۾ ڏڪوبل ڪُٽڪو،
جنهن جو هر پُٽڪو، پوري هڪ جهان ڪي.

*

آنءُ تہ روڪيان ٿو گهٽو رُنا ڪونہ رهن،
پوئين پهر ڪَهن جونجهڪڙو جهيرون ڪري.

*

جيئڻ پن هواءِ ۾ اهڙو تو آستان،
ميان، تون انسان، آخر مٽيءَ موٽڻو.

*

ڏس هوُ اَبُر ڇِتَ جا نيري آڪاس ۾،
اُهي منهنجا مِٽ، تو منهنجي کهڙي مِٽي؟

*

دنيا سڀ دوکو، جيڏو سؤلو پنڌڙو
ايڏو ئي اوکو لاڏاٽو هن لوڪ مان.

*

سڀ ڪجهہ رهڻو هِت، آ تنهنجي تون سواءِ،
تون ٿيا جاٽين جِت تنهنجو پڇندو پنڌڙو.

*

هي جا جَبل روڻَ، تنهن مان گهُلي وائرو،
ڪري جڻ تہ پروڻَ توکي پيو جندڙي.

*

هو جي جبل لَڪَ مون ماريندا ڪينڪي،
مَٿي سِڏِي نَڪ چڙهئو آهيان چوٽِئين.

*

ڪيڏو ڪشالو ڪاريءَ رات ڪُھنگ جو،
جڻ ڪوئي پالو وبو پئي پونءَ تان.

*

وچ نہ ويجهو جهنگ جي پيڙ ٿا پڙڪن،
ڪوراڙيون ڪڙڪن واٺهڙو ويندا ڏسي.

*

ڪيئي چارا پيچرا ڪيئي وڪڙ ورَ،
جيسين پهچو گهرَ ٿاپا ايندَوَ ڪيترا.

*

ميان ماڻهن ساڻ، ٿورو گهارين جي چگو،
آهي تنهنجو پاڻُ، پوري دنيا پاڻ ۾.

*

دنيا پن پن جانورَ بُري ٿو پيلو،
تيسين جهميلو جيسين آهين جيئرو.

*

ڪاڏي ٿا ڊوڙن وڻ وڻ آهي پاڄ ۾؟
صدين ڪان ووڙن جيڪي ڪُجھ ملي نٿو.

*

هاٺي جيئين چيچڙو پينهين پيو هڏ،
هاٺي ڪائي ڪَڏ آئي آهي وبجهڙي.

*

نِهري هوندءِ بانهڙِي، هي پر نہ چاتوءِ
جيون هڏا هوءِ ڪاتي پنهنجا ڏينهڙا.

*

هي جا آهي ڪڪڙِي انب ٽئي تي ڪيئن؟
چيا ڪو چوندو هيئن، ڪجهہ بہ نہ اچي سوچ ۾!

*

سڀ تنهنجي حڪمت هُئِي آنءُ تہ ڏنو هيئن
ڏانديءَ ڪيڙو ڪيئن پهتو پنهنجي ڪاڏ ڪي.

*

ڪيڏا پکي آئِيا پاٺيءَ جون پاتيون،
لُنءَ لُنءَ بولاتيون 'تون' 'تون' جي تنوار جون.

*

آنءُ اگر هان آنءُ ۾ هوُ آهي مون سان،
'تون' جي تات ڪيان، ڪهڙيءَ واهر واسطي؟

*

جر تي ڦوٽو جيئن اَڏُ ڪري ٿو وائرو،
تون پڻ آهين تيئن پنهنجي جيءَ جتاءَ ۾.



*

هي جيڪو مٺيار موتي پوئي اُپ جا،
اُن جو پارُ اَپارُ مون کي جي ڏيئي سگهين؟

*

وٺوهڙ ڪنهن ڪاٺ جي صدا ٺئي ٺو،
ڪجهه تہ ڏئي ٺو ٺوڪان مگِي مگِتو!

*

ڪندِ هجي يا ڪيرُ نينگر ٺورا ڏينهڙا،
نيٺ تہ نيٺين نيہر آهي سڀ لئہ انت ۾.

*

بئنسر پنهنجي لال جي لاڙئون ڪونہ گهراءِ،
مِٺِي نہ ٻهلاءِ ٻاقي ٺورا ڏِينهڙا.

*

وڃايئہ اڌ زندگي اجائي پنتان،
سڃائي پنتان، او شل تو مهلت ملي!

*

رُڪي ماني ڪاءُ، سُڪيو ڏينهن گذار تون،
ننڊ نہ اهڙو ساءُ، جهڙو ٻڪئي پيٽ تي.

*

ڪَندي ٻيڙي جيئن پئي لهواري ڏوڪي،
ايئين پڻ ٺوڪي گهڙيون آهين سِير ۾.

*

ڪَرمنڊل ۾ ڪينَ، سامي سَڳَ پنيان ويا،
هر ڪنهن نيٺ زمينَ، ڪم آٽي ٿي ڪاڏِ جئن.

*

جيئڻ هِڪ درياھ آ تون مان ٻہ لهرون،
ڪونہ ڪٿي نهرون سڌو وڃون سمنڊ ۾.

*

ائِين چَئُہ تہ پڪَ سِجُ سياٽي ايرندو
مَيان آڻ نہ شڪ اڳهِيءَ آڌيءَ راتَ ۾.

*

پِپُ نہ شل پرجي ڪڏهن، نپُ نہ شل وسري
چنڊ ستارن ڪي، ماڻهو تَہِ چئي ڇڏي!

*

ڪَنڊُ تہ ڏوڙين ٿو، ڄاڻين ٿو ڇا ٿو پڙهين؟
ڄڻ تون لوڙين ٿو، دلين لوڙيون ڪارڪون!

*

دليون ڏڪر ٿانوَ جئن ٿڌيون ڪرين جي
ڪائي ڳالھ مٿي، ان ڪان آهي ڪينڪي.

*

لاهي وڏيئہ لوڪ جا ڪيڏا عمامہ!
تنهنجا دمامہ واڄٽ ڪن وجود ۾.

*

جيڪي ڏوران ئي ڏسن سارن رستن کي،
تون تن مستن کي، چالئہ پيو ڇيڙئين.

*

تنهنجا پِنَ پِنَ وَن سورج، تارا ۽ ڪنيون
ٻُڌ هي وٽن– پَن جي توکي ڳائن پيا.

*

دستڪَ دَر تي ڏي اجا سَرلو ڪري سَڏ،
هوُ جو توسان گڏ اوري تي آواز تي.

*

## دوها

●

سج لهي ٿو آهہ افق تي ڪوئي زرد گلاب،
آهي پوئين پاڇائين سان لهرائيندڙ آب.

●

رنگ شفق جو لائون لائون آهہ اُفق تي ڪيرَ؟
آنءُ ڏسان ٿو در تي ڪنهنجا مينديءَ رتڙا پيرَ؟

●

چانئي شام، افق پاتو آ، تو جئن ڪهنبو ويس،
هاڻ تہ مان ويجهو ٿو پانيان ڏکياريءَ جو ديس.

●

چانئي شام بجيراٽين جئن هي پائوريُن وڻَ،
جن هينان ليٽي پيا، جڻ ڪَڪرين جهڙا ڏڻ.

●

چانئي شام تہ وئي رڳجي ڏهر ڏهر ۾ پيرِ،
جهانجهر چمڪي، ڪيرَ ڪڙي آ در تي ننگي پيرِ.

●

اُٿ! پکيئڙا اُڏريا اُپ ۾ آئي آسُر ويرَ،
دير نہ لڳندي سج هاريندو جڳ لئہ سوني ڍيرَ.

●

منهنجي ذات ائين آ اونهي جيئين وڻ جي پاڙ،
تنهنجو وس نہ هلندو مون تي، مونکي ائين نہ اُکاڙ.

●

توکي ياد نہ آهن توڙي توسان متهنجا وَڙ،
ڇايا ڪونہ ڇڏي آرهڙ ۾ آ ڪنهن اوچي ٻڙ.

●

ٻيبر جيان تون ڇاٽي ڪيئيءَ ٻيهر ٻير ڪُندين،
ڪٿن چنجي ڪنهن ڪارڻ لئہ تون ڌرتيءَ تي ورندين.

●

منهنجي جِندُ تتي پٽي آهي، ناهي تَند ٿُني،
آنءُ پيو توڏي واجهايان، مُنهنجي لاءِ ڇُٽي؟

●

جيءُ جَڙي زنجير جيان وئي تنهنجي هڪَ نگاهہ،
تنهنجي لئہ ڪيڏو تانگهن ٿا منهنجا پورَ پَساهہ.

●

تنهنجو عشق ويو جو وسري، دنيا وسري وئي
ايڏي دير وِڏءِ جو تنهنجي روپا وسري وئي.

●

جي ڪنهن آڌيءَ رات جو مون کي ڳائيندين،
مون کي چاري چنڊ جي چُرندو پائيندين!

●

چڻ هيءَ سِرڪي سمنڊ ۾ اُپ منجهان آئي،
متان چِڪين تون مَڇي، ماري سُرمائي!

●

ايڏيءَ ڪوسي رَتَ سان هَٿَ پئي ناريَئہ؟
ڪيڏيون ڪونجون روهہَ تي گوليءَ سان ماريَئہ؟

●

هي منجهند جي ماٺ، تتيءَ جا تاوَ، ڳهَر ويلا،
پَن ڪوماڻا اُس وِڇاڻا، پَر پَر ڪن پيلا.

●

آنءُ سکي هِي ڳالهڙي، تُلسي تُنهنجي ساٿ*
”مايا ڪون مايا ملي ڪَر ڪَر لنبي هاٿ“

●

هاڻي مان سمجهان پيو ڪنهن ڪَلهہ چاجي لاءِ
نگر ڍنڍورو هو پِٽيو پِريت نہ ڪري ڪاءِ. **

●

تون بہ تہ بيجو باورا، جاڳ منجهاران جاڳ!
ديپڪ ۾ ئي ٿو رهي، اڳ ئي ديپڪ راڳ.

---

* تلسي: تلسي داس.

** ميران ٻائيءَ جي هيٺين دوهي ڏانهن اشارو:

”ساجن جو ميں جانتی پریت کرے دکھ ہوۓ،
نگر ڈھنڈھورا پیٹتی پریت کرے نا کوۓ.“

●

چا نہ بسنتي هيرَ ڳهُلي ٽِي توتُ پييو جهولي،
ڪيئي پڪي ويا پارِ اُنهيءَ تي ٻولڙيون ٻولي.

●

ٻمان ڪاٺيارو تون ڪَرلاهو، ٻاجهارا ڪر ٻاجهہ!
جئن چوندو هو ٻُلو باهو، ٻاجهارا ڪر ٻاجهہ!

●

جهڙي ڳالهہ فريد ڪئي آ اهڙي ڳالهہ نہ ٻي،
'نہ ڏيک پرائي چوپڙي، نہ ترسا اپنا جي'

●

اهڙي ڳالهہ نہ ڳاتي آ ڪنهن ويو فريد جا ڳائي،
'پيار ڪِئي سي هو نهين سَڪتا، چاهي جي للچائي'

●

موت تہ آهي ننڊ جيان، ها، جاڳڻ آهي جند،
جيءُ سڄي جنسار سان پنهنجو واڳڻ آهي جند.

●

هي جڳ ايئين ڇڏڻو ناهي اُت اي پوڙها اُڳهہ
هي جي آليون اکڙيون آهن تن جا ڳوڙها اُگهہ.

●

در تي ڪيسين ڪَرهو رهندو ڪوبہ نہ وننڌو واڳ؟
پنهنجي ڏانهن ڪڏهن تو ڪوئين مونکي منهنجا ماڳ؟

●

ڪجهہ بہ نہ ڪٽنديون ڪجهہ بہ نہ ڪٽنديون چالئہ ميڙين مالُ؟
سڀ ڪجهہ هتِ ئي رهڻو آهي، هَئہ هَئہ تنهنجو حالُ؟

●

چَنتونءَ جي چانگار تہ پڌ ٿو پچري ۾ پولي،
ڪئن چئجي ڪنهن وقت اُڏامي پاهر دَر ڪولي.

●

ڪئن پچري مان مئنا نڪري پيهر موٽي آئي،
ڪوبہ تہ ان جو پيد نہ چاٽي آهي ڪوچ اَجائي.

●

منهنجي دانهن ڪڏهن تون سُڻنديون ماٺـئين ڏينديون ڪيرُ،
ڪيسين زخم پيو ڪُرچينديون ڪڏهن تہ ڏينديون ڏيرُ.

●

ماڻهو واڳهہ، بگهڙ ۽ چيتو، خوفِ خدا جي ناهہ؟
خوفِ خدا ماڻهوءَ ۾ مِرونءَ ڪي روڪي بيٺو آهہ.

●

سچ لهي سانجهي ٿيو آهي، هاءِ وَڃڻ ويلا!
ڪئن چئجي پيهار بہ ٿيندا ماروئڙن ميلا!

●

سچ لهي سانجهي ٿيو آهي، چا نہ وڃڻ وايون
ڪئن تو منهنجي مُک مان سائين آهن پولايون!

●

سج لهي سانجهي ٿيو آهي، آئي آهه اذان،
مسجد جا مينار لڳن ٿا جنهن ۾ سون سمان.

●

سِج لهي سانجهي ٿيو، وَنيون ڪولي پنهنجا دَرَ،
سوُنجهي ميڙ، نهارن بيٺيون ڳولن پنهنجا وَرَ.

●

ٻيهر ايندس ٻاجهه جهجهي ٿي ڪهڙيءَ جهوليءَ ڏي،
لوليءَ ۾ ننڊاڪڙو ٿي مان ڪنهنجي ٻوليءَ ڏي.

●

آهي هاڻي پوري ٿي وئي هِي جا وَٿ ڏِيئي،
ڪيسين پڙڪا ڏيندي آخر، ڪيسين نيٺ جيئِي؟

●

هي جو اُٿي رات جو وينو آنءُ لڪان،
ٻيهر وَجهه ائين نه ڏي مون ڪي باکَ مَتان!

●

هيءَ نه تون دلجاءِ ڪر موٽي اِيندس مان،
ها ۽ پر جاڻان ڪونه ٿو ڪيئن ملان توسان؟

●

تنهنجي خوشبوِ ئي نه آ، هي جو منهنجو ماسُ،
مالِهڻ! تنهنجي پيار جو ٿاريءَ ٿاريءَ واسُ!

●

ساجن تنهنجي پنڌ جو ڪھڙو پارُ پَتو،
هينان ساري ربتِ آ متان ڏينهن تَتو!

●

متان ڏيئي ڍُڍِڪرا مون تي تون روئين،
ٿوهر گُلَ ڪنا ڪَري، مون لئه تون پَوئين!

●

مون کي توکان دور پيو ٿو لَهندو سڄُ ڪَري،
ڪئن چئجي پيهار ڪتي هِي ڏيئي لاٿ بَري!

●

# وايون



اُڏري آڏيءَ رات
ڪونجون ڪَرڪن روهہَ تي.

جڳ نهوڙيو ننڊ ۾ تن کي پنهنجي تات،
اُڏري آڏي رات.

آهي ڪهڙي ماڳ جي وائي وَلَر- وات،
اُڏري آڏي رات.

وبنديون وبسر وارجي جڏهن ٿي پريات،
اُڏري آڏي رات.





* آربنا تہ پُساءِ

ميَري ٿي وئي ڪنجري.

نئون جوڙو ڪونہ تو آندو وَنيءَ لاءِ،
آربنا تہ پُساءِ.

ھي جا گُل جيان اُنھيءَ اچا وڳا پاءِ،
آربنا تہ پُساءِ.

ماٺو ڪوني ڪوٺ تي تنھن ڪان پوءِ گھراءِ،
آربنا تہ پُساءِ.



* نوٽ: آربنا پسائبا آھن تہ ڪپڙن ڌوئڻ جي صابڻ جو ڪم ڪندا آھن.



ساٿيءَ چِيو
ڪيرَ اِئين ليٽيون پيئي؟
اچي ڏير ڏنو، جڏهن ڪوبہ نہ هو گهر تي
ساڳيو ڪتو پالتو ويٺو هو در تي
تورا ڏينهن ٿيا هيا هن کي گهر ورتي
واجهائي ٿو چؤطرف هوندي نہ پرتي.



اجا پوڙَن هَٿ
پنهنجا نڪتا ڪين ڪي.
لڙهندا وڃن لاهہ ۾ ڪيئي يارَن سَٿ
اڳتي اچڻو آهہ چا، اها ڪنهن کي ڪَٿ!
ڪيئن بہ هجي جندڙي آهي وڏي وَٿ.





ڪنھن مصور جو تصور آھہ منھنجي شاعري،
رنگ وبو جو رقص ڏس!

* رونوا جئن مون چِٽي آ آدميءَ جي زندگي
رنگ وبو جو رقص ڏس!

روح جي تصوير ھئي يا ڪنھن نِسائي جسم جي
رنگ وبو جو رقص ڏس!

** مون قلم سان موُ قلم جئن حسن ۾ حيرت ڀري
رنگ وبو جو رقص ڏس!



---

* رونوا (Renoir): فرينچ تصويريت– پسند مصور.
* موُ قلم: بُرش.



* سَروَ جا وڻ ائين اُڀا جڻ وارَ ذرتيءَ جا پَٽي
تو آسمان!

ڪيفيت ڪهڙِي ازل جي رنگ نيري ۾ جهَٽي
تو آسمان!

هارَ ذرتيءَ جو مقدر، نيٺ اُن ڪان ڇو ڪَٽي،
تو آسمان!

شام جو اُن سان شفق ۾ رنگ پنهنجو ڇو مَٽي
تو آسمان!



* وان گوگ جي هڪ پينٽنگ کان متاثر وائي لکي وئي.



اڄ مــاربنــديـون مــون،
ڳوناٽن جـون ڳـالهـڙيـون
پيجلَ سوا ڪينرو متان سـوچين تـون!
صدين ڪان پو وَرِي پِرنـدي تُـنهنجي يـوُن
شل اڳ جي تاريخ مان اسان هيلَ سِکون!
ڪيڏو پنڌ پري اچا، ڪـيڏا پـيرَ لـڦون!





ٿـي نـہ اونـدهہ ۾ اُداسُ،
چانڊني راتيون بہ ايندیون!

مان مڃان ٿو هوُنءَ ناهي موت جو ڪو مُند ماسُ
چانڊني راتيون بہ ايندیون!

جيئِندو رهہ، پيئندو رَهہ پو بہ جيسين آهہ سواسُ،
چانڊني راتيون بہ ايندیون!

’نانهہ‘ ڏي ويجهو وڃين ٿو، نيٺهن مان تون ٿي نِراسُ
چانڊني راتيون بہ ايندیون!





هو جا پَلي پاند ۾ آٽي ٽي پيئي،
چلايا جي ويجهڙو گهر ڏي گسُ ڏيئِي
هيرِ ڇُهي جنهنجون ڇڳون ڪينجهر ڏي ويئي،
هُن جا ٽڙن ڏنيرا ٽِڙن ٽا ٻيئي،
چلايا جي ويجهڙو.



تَڏا تَونريون ڏيِر مان اُٽي ٽي پيئي،
سَجاول جي نينگري ساجُهر سنجهيئي،
ٽڪِجي ليٽِي ٽي پوي ٻانهن ٻَچيءَ ڏيئِي،
مُنهن انڌيري ننڊ ۾ ويئي ڙي ويئي،
پَٽ پٽيهر ٽيا سندس سپنا سيپيئي،
سجاول جي نينگرِي.



هُن جي سُهڻي ڏيئڙي جهڙِي اُماڙِي،
گـاڏيءَ ۾ لاڙِي.

هُن جي پياري جوئِڙي رِہ جهم ۾ واڙي،
گَـاڏيءَ ۾ لاڙِي.

ڪالهہ وڏيري جا پٽي تاڙ رکي تاڙي،
گـاڏيءَ ۾ لاڙِي.

شال نہ جهُري جهوپڙِي، ٻَنِ پوي ماڙي،
گـاڏيءَ ۾ لاڙِي.





تُوڪي ساري سُپرين ڳوڙها ٽَپ ٽَپ ڪَن!
ٽمي پيو مينهڙو ڇَنا ڇَپ ڇَپ ڪن
ڳوڙها ٽَپ ٽَپ ڪن.

سنڌوءَ سِير وجي پئي لهرون لَپ لَپ ڪن،
ڳوڙها ٽَپ ٽَپ ڪن.

ڪيسين تولئه جيئرا آجا جپ تپ ڪَن،
ڳوڙها ٽَپ ٽَپ ڪن.





چاھِي نيٽن ڏيئڙا ھاٽي وِسايان؟
باقي باک گهٽو پَري!

ڪيسين واجھ وِجھي ڪري در ڏي واجھايان؟
باقي باک گهٽو پَري!

ڪيسين ڪَڙو ڪوليان ڪيسين مان پايان؟
باقي باک گهٽو پَري!

ھِي اونداھِي راتڙي ڪنھن سان ورھايان؟
باقي باک گهٽو پَري!

ڪيسين تنھنجي ڳُجھه جون ڳاھون مان ڳايان؟
باقي باک گهٽو پَري!





ڪئن اڄ من ۾ اوچتو ڪنڊھارَ ڪِڙيامر!
ڪنھن جي سارَ اچي پئي؟

آئي رُت رابيل جي، ڏڪڻَ ھيرِ وريامرِ
ڪنھن جي سارَ اچي پئي؟

چالئہ اڪيون آگميون، ڇو ھئن نيڻ ڀنامرِ؟
ڪنھن جي سارَ اچي پئي؟

ڪڪر ڪارونيارَ ٿي واريءَ مَٿ وسيامرِ
ڪنھن جي سارَ اچي پئي؟





پـئـي بـونـد وَسـي

ڪاهيندي ڪوهيار ڏي

پريان پئي پب سان ڪکر ڪورَ گسي

ويندي کهڙي ماڳ جا ٿوهر ڏَسَ ڏسي

پنهنجو گهوڙو تير جان ساري واٽَ ڪَسي

ڪئن چِئجي هو توڙ تي کهڙيءَ ويرَ رَسي!





ڪِن ڪي ڪالهه سَتي ڪري دوُر وئي پيڙي؟
ڪيرِ پڳا ٻي پارَ تي؟

جاڏي پاريهر ويا تاڏي پاربهڙِي
ڪيرِ پڳا ٻي پارَ تي؟

ڪِن تي ڪالهه ڪراڪنيا ڪِن ڪيتي ڪيڙِي
ڪيرِ پڳا ٻي پارَ تي؟

ڪانهه ڪٽي ويو پاڻ سان ڪو چوندي ميڙِي،
ڪيرِ پڳا ٻي پارَ تي؟

ريتا ڪکر اُبي ۾ ريتي جر هيڙِي،
ڪيرِ پڳا ٻي پارَ تي؟

ڏسُ، بيڙي ٻي ڳوٺ ۾ آهي گهر ييڙِي
ڪِيرِ پڳا ٻي پارَ تي؟





رَهــي وبـــو راتِ،

ڪَلجُڳ ۾ ڪو ڪاپڙي

اڄ جَڳ تي هُن ڪانسوا پَڌري ٿي پرڀات

ساري وَستي ٿي لڳي ڪيڏي چُپ چُپات!

ڇا هوُ مرندو ڪينڪي موت ڪيو جو مات؟

مِٽي مِٽيءَ سان مِلي، ها پر هن جي ذات...



# ترائيل



خدا جي راهہ ۾ ڪيڏي خوشي سمايل آ
قدم قدم تي لڳي ٿو گلن جو ڍير آهي
لڳي ٿو هير ڪا خوشبو ڀري ڏِکهي وَل آ!
خدا جي راهہ ۾ ائين روشني وڇايل آ

لڳي ٿو چنڊ جو قنديل ڄڻ جهُلايل آ
وڃي ٿو تيز اِهو روشنيءَ ۾ ڪيرُ آهي
ترائي لاءِ هرڻ آهہ ڄڻ اُڇايل آ
خدا جي راهہ ۾ ڪيڏي خوشي سمايل آ!





اگر تون سون تيڻ چاھين آنءُ پارس ھان
ڪڏھن تہ چاھہ سان تون آءُ منھنجي چائنٺ تي
سدائين چاندنين ۾ ٿو تنھنجي راھہ ڏسان
ڪڏھن تہ ايندينءَ ھوا ۾ ھلي تون خوشبوءَ جان

مانِ تَوسان پاڻ وراھڻ لئہ منتظر آھيان،
متان ٿون پنڌ ڪري پو ھلي وڃين پُٺ تي!
مان پنھنجي ذات ڇُپائڻ نہ چاھيان ٿو توڪانِ،
اگر تون سون تيڻ چاھين آنءُ پارس ھان.





ڪنن ۾ آڱريون وجھندين تہ وچ ٿري وبندي؟
گھتا گجي ٿي ٻنا ڀوڙ نيٺ وسٽي آ!
پنھون تلاش ڪندي سسئي مري وبندي؟
ڏِسي درياھہ جا دڙ، عاشقي ڏري وبندي؟

ھزار بار ٻُڏي پل وري وَري وبندي
پريڻ جي ڀار ڏي اُن جي سدائين ڏسٽي آ
رُڪي ڪٿي ٿي؟ پئي چاھہ ۾ چري وبندي
ڪنن ۾ آڱريون وجھندين تہ وچ ٿَري وبندي؟





صدين کان پوءِ اگر سمجهندين تہ ڇا ٿيندو؟
هڏن کي ڪابہ تسلي ملي ملي نہ ملي
لکي ٿو هٿ، لکڻ کان ڪڏهن جُدا ٿيندو؟
فضائون ڪيئي صبا جيئن روح جهاڳيندو؟

چوان مان ڪيئن، ڪڏهن منهنجو خاتمو ايندو؟
گهٽائون جيسين اچن ٿيون پيو ٿو مورُ تِلي،
خبر نہ آهہ تہ آگَم اِهو ڪٿي نيندو؟
صدين کان پوءِ اگر سمجهندين تہ ڇا ٿيندو؟





عليٰ الصبَاح اچي مئفروش ٿو در تي
ڦٽائي نند ڏئي ناو و نوش جو هوڪو
گهٽيءَ گهِري ٿو پُڪاري اداس گهر گهر تي
اچا تہ نند ۾ هر ڪوئي آهہ جڻ پَر تي

وجي پڳو آهي ڪنهن جُڳ تي جڳانتر تي
اچي ٿو تَنهن جو فجر وقت هوش جو هوڪو
اچا تہ ڪنهن جي بہ دل سُرڪي نانهہ ساغر تي
عليٰ الصباح اچي مئفروش ٿو در تي.





خبر نه آهه ته ڇا موت اڏُ- ٻُڙي آهي؟
خبر نه آهه ته جملو ڪٿي ڪُٽي ٿو پيو!
خبر نه آهي ته ڪنهن پنڌ جي ڪُڙي آهي
اُنهيءَ سان پربت سندم هيئن ڇو جُڙي آهي.

ڪڏهن نه ڇئن سان ٻيني سندم ڪُڙي آهي
خبر نه آهه ڪٿي سلسلو ٿُٽي ٿو پيو!
خبر نه آهه ته ڪيڏانهن هوُ مڙي آهي!
خبر نه آهه ته ڇا موت اڏُ- ٻُڙي آهي؟



# پڙھندڙ نسُل . پَ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪـري ٿو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بہِ ڪُـوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڀِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَـنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تـہ ڪي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مـان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پڄاندڙ وڌ ِ
کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄ ٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٿوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون ياڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)